# سنڌي ناٽڪ جي تاريخ

## تحقيق ۽ سهيڙ

## ڊاڪٽر محمد يوسف پنهور

# Sindhi Naataka jee Taareekh

## Research and compilation by

## Dr. Muhammad Yusuf Panhwar

http://www.sindhiadabiboard.org/Catalogue/Dramas/Book3/Book_page1.html

ڪتاب جو نالو: سنڌي ناٽڪ جي تاريخ
تحقيق: ڊاڪٽر محمد يوسف پنهور
ايڊيشن: پهريون
ڇپيندڙ: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي
سال: 1992
صفحا: 108 ڊيمي سائز
ڪاپي رائيٽ: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي
(مصنف جا حق ۽ واسطا قائم)

Title: Sindhi Naatak jee Taareekh

Research: Dr. Muhammad Yusuf Panhwar

Published by: Institute of Sindhology

Edition: First

Year: 1992 (compiled in 1969)

# پبلشر پاران

جديد سنڌي ناٽڪ جي تاريخ لڳ ڀڳ هڪ صديءَ جي عرصي تي ڦهليل آهي. انهي دوران، اصلوڪن ناٽڪن سان گڏ ڪيترن ئي مختلف ٻولين ۽ ملڪن جي ناٽڪن کي سنڌي ويس ڍڪائي اسٽيج تي يا ڪتابي صورت ۾ پيش ڪيو ويو آهي. ناٽڪ جي موضوع سان دلچسپي رکندڙن ۽ انهيءَ تي تحقيق ڪندڙن جي سهوليت لاءِ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جي طرفان، مرحوم ڊاڪٽر محمد يوسف پنهور جي هيءَ پبليڪيشن يقيناً وڏي سهوليت جو سبب بڻبي.

مرحوم ڊاڪٽر محمد يوسف پنهور هن ڪتاب جو مسودو اسان کي پنهنجي حياتي ۾ ڇپائيءَ لاءِ ڏنو هو، پر افسوس جو هو پنهنجي مسودي کي ڪتابي صورت ۾ ڏسي نه سگهيو. اسان کي انهيءَ جو بيحد افسوس آهي.

انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي پاران هن کان اڳ ۾ ٻه ناٽڪن جا مجموعا ۽ هڪ ڪتاب ناٽڪ جي فن ۽ تاريخ تي پيش ڪيا ويا آهن. هيءُ ڪتاب انهيءَ ڏس ۾ تاريخوار ناٽڪن جي ترتيب جي لحاظ کان معلومات ۾ يقيناً اضافو آڻيندو.

انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي　　　　ڊائريڪٽر

4- جنوري 1992ع

# مهاڳ

ڊرامو انسان جي خصلت ۽ فطرت جو گهڻي حد تائين ترجمان آهي. تڏهن ته هن جو اثر مڙئي ڏسندڙن، پوءِ انهن ۾ ٻُڍا هجن يا ٻار، پڙهيل هجن يا اڻ پڙهيل سڀني تي يڪسان ۽ گُوڙهو ٿئي ٿو. انهي تعريف ۽ تاثير سبب ماضيءَ ۾ تعليم پکيڙڻ لاءِ سنڌي ڊرامن کي خاص اهميت حاصل هئي، ڇاڪاڻ ته سنڌي ناٽڪ جي اوسر واري تاريخ مان اهو معلوم ٿو ٿئي ته اُن دور ۾ سنڌي ڊرامن جو بنيادي ۽ وڏو مقصد تعليم ۽ تهذيب جو پرچار هوندو هو. ان ڪري هر سال تعليمي ادارن ۾ وڏن ڏهاڙن توڙي ساليانې تقريبن ۾ باقاعدگي ۽ خاص تيارين سان ڊرامو اسٽيج ڪيو ويندو هو.

اهڙي ريت اختصار ۾ بيان ٿيل سنڌي ناٽڪ جي سِرجٽهاري دور کي تاريخ جي حوالي سان ڏٺو وڃي ته سنڌي ناٽڪ جي شروعات تعليمي ادارن جي احاطي ۾ معلوم ٿئي ٿي. اهو ئي سبب هو تڏهن ته پهرين سنڌي ڊرئميٽڪ سوسائٽي به ماضيءَ جي هڪ مشهور تعليمي اداري سنڌ ڪاليج ڪراچي ۾ ”ڏيارام ڇيٺمل سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي“ جي نالي سان برپا ٿي هئي، جتي جيڪو پهريون سنڌي ناٽڪ (نل دمينتي) پيش ٿيو هو، تنهن ناٽڪ جو ليکڪ به هڪ اُستاد (ماستر ڇيٽانند ڪلٽداس پرياڻي) هو. اُن بعد جيڪي به سنڌي ڊراما لکيا ويا سي اُن وقت جي ڏنڌوڙي ناٽڪ منڊلين جي عام بازاري طرز تي نه پر اُهي ناٽڪ تعليمي ادارن جي احاطي ۾ استادن ۽ شاگردن پاڻ ۾ گڏجي خاص اهتمام سان اسٽيج ڪيا.

استادن ۽ شاگردن جو تن ڏينهن ۾ اسٽيج ڊرامي سان وابستگيءَ جو هڪ مکيه ڪارڻ اهو به هو ته تعليمي معيار وڌائڻ واسطي مطالعي سان گڏ مشاهدي کي فروغ ڏيڻ خاطر ڊرامي کي اُن دور ۾ تدريسي سهڪار طور (جيئن اڄ ڪله پراجيڪٽر يا وي سي آر ذريعي معلوماتي ۽ تدريسي فلمون ڏيکاريون وڃن ٿيون) تعليمي ادارن ۾ ڪيترائي سبق آموز ڊراما، مثال طور شيڪسپيئر يا ٻين اهڙن عالمگير ڊرامه نويسن جا مشهور ڊراما اسٽيج ڪيا ويندا هئا جن کي ڏسي ناظرين (شاگرد) اُن ڊرامي جي ڪهاڻي توڙي ڪردارن کي آسانيءَ سان ذهن نشين ڪري سگهندا هئا. اهڙيءَ طرح نصابي گُهرجون پوريون ڪرڻ سبب سنڌي ڊرامو پنهنجي پهرئين توڙي ٻئين، بلڪ ٽئين دور جي شروعات تائين به گهڻو ڪري تعليمدانن جي هٿ وٺندڙ جي ڪري تعليم گاهن جي احاطي ۾ رهيو هو.

ننڍي کنڊ جي ورهاڱي بعد هتي سنڌي ناٽڪ جيئن ساڳيءَ ريت تعليمي ادارن ۾ موجود هو تيئن هوڏانهن هندستان ۾ به سنڌي ڊرامي جي شروعات وري به دهلي، بمبئي ۽ ٻين وڏن شهرن جي اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ ٿي هئي ۽ اُن جا روح روان به گهڻو ڪري هتان ڪان لڏي ويل استاد ۽ تعليمي ماهر هئا. البت بعد ۾ جيئن جيئن اسٽيج ڊرامي جي فن ترقي ڪئي تيئن تيئن سنڌي ڊرامو تعليمي ادارن جي احاطي ڪان ٿورو ٻاهر نڪري عوام آڏو اُنهن جي پسند پٽاندر پيش ٿيڻ لڳو: پر پوءِ به تعليمدان تحرير توڙي پيشڪش ۾ ڪنهن نه ڪنهن ريت هن فن ۾ پنهنجو هٿ وٺندڙ رهيا آهن.

سنڌي ناٽڪ جي انهي اوسر ۾ مزاج جي پس منظر ۾ تعليم حاصل ڪندي بحيثيت شاگرد ۽ بعد ۾ استاد، مون کي به هن ميدان ۾ ٻالجتيءَ کان هٿ وٺڻو پيو آهي، تڏهن ته اسڪولي دور کان ڪاليج ۽ بعد ۾ يونيورسٽيءَ تائين سائنس جي سنسار ۾ رهندي به هن اسٽيج ڊرامي جي فن ۾ مون ڀرپور حصو ورتو آهي. ماضيءَ ۾ اسٽيج تي مون ساڻ گڏ جن به ساٿين ڀرو ورتو يا جن به منهنجا لکيل يا پيش ڪيل اسٽيج ڊراما ڏٺا سي اڄ به مون کي اسٽيج جي حوالي سان ياد ڪندا رهن ٿا.

ان ڪري سال 1980ع ۾ جڏهن سنڌي ڊرامي جو سئو ساله جشن ملهايو پئي ويو ته ماضي جي ڪيترن ئي دوستن مون کي اُن ۾ ڀرو وٺڻ لاءِ اُڀاريو، جنهن تي مون به ارادو ڪيو ته اسٽيج ڊرامي جو جيترو به تجربو حاصل آهي تنهن جو

عملي مظاهرو ضرور ڪيو. ان لاءِ پوءِ سنڌي ناٽڪ صدي جشن ملهائڻ واري پروگرام جي تيارين ۾ مصروف ٿي ويس. حيدرآباد سنڌ ۾ انهي جشن ملهائڻ لاءِ جيڪا اعليٰ سطح تي ڪميٽي مقرر ڪئي وئي هئي تنهن جو ميمبر رهيس ۽ پوءِ عملي طور نه رڳو بحيثيت هڪ چيف ڊراما ڊائريڪٽر جي جشن ۾ پيش ٿيل ڊرامن جي اسڪرپٽ ايڊيٽنگ ۽ هدايتڪاري جا فرائض انجام ڏنا هُيم پر گڏو گڏ ڊرامن جي چونڊ ۽ ترتيب واسطي تعليمي ادارن ۽ خانگي لائبريرين مان اٺن ڏهن مهينن جي عرصي ۾ اسٽيج ڊرامن متعلق جيڪو به معلوماتي مواد مليو هو سو سهيڙي سنڌي ناٽڪ جي هڪ تاريخوار ترتيب (Chronology) تيار ڪري ورتي هُيم. انهي سهيڙپ لاءِ ناچيز جي پنهنجن سڄڻن مسٽر محمد عمر چنڊ، مسٽر مراد علي مرزا، مسٽر احمد شيخ، مسٽر عبدالقيوم صائب، مسٽر حمايت علي شاعر ۽ مسٽر وفا راشدي جهڙن علم – دوستن طرفان تمام گهڻي حوصله افزائي ٿي هئي.

سنڌي ناٽڪ جي اوسر تي منهنجي هيءَ نئين انداز سان ترتيب ڏنل تحقيق 1980ع ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ ملهايل سنڌي ناٽڪ صدي جشن واري سووينيئر ۾ خاص مضمون طور شايع ڪئي ويئي جيڪا هتي سنڌ ۾ ته گهڻن کي پسند پيئي. هندستان ۾ به ان تي ڪجھ تنقيدي تبصرا ڇپيا ته، ”ورهاڱي بعد هندستان ۾ سنڌي اديبن توڙي فنڪارن جيڪو ڪجھ سنڌي ناٽڪ جي ترقيءَ ۾ حصو ورتو سو هن سهيڙپ ۾ ڇاٽايل ناهي.“

انهي ادبي تنقيد تي دلشڪست ٿيڻ بدران مون پنهنجو پاڻ کي وڌيڪ محنت ڪرڻ لاءِ تيار ڪيو ۽ پوءِ سال 1982ع کان سنڌ ۽ هند ۾ سنڌي ناٽڪ جي اوسر تي مڪمل تاريخوار ترتيب سهيڙڻ جو ڪم هٿ ۾ ڪنيم. ان لاءِ ورهاڱي بعد هندستان ۾ پيش ٿيل سنڌي ناٽڪ متعلق جيئن جيئن معلوماتي مواد ملندو رهيو تيئن تيئن ترتيب سان درج ڪندو رهيس.

ان ڏس ۾ نئين سرڪيل جاکوڙ ۾ جيڪڏهن مسٽر ولي رام ولڀ جهڙو سنڌي ادب جو هڏ ڏوکي ساٿ نه ڏئي ها ته هي ڪم وڌيڪ ڪٺن ۽ اجا به گهڻو عرصو گهري ها. ان لاءِ سندس تهدل سان ٿورا مڃيا ٿو جو پاڻ وقت به وقت هندستان مان ونس پهتل ڪتاب، مخزنون، رسالا ۽ چوپڙيون مون کي پڙهڻ لاءِ ڏيندو رهندو هو ۽ آئون انهن جو مطالعو ڪندو سنڌي ناٽڪ جو مواد ميڙيندو هن ترتيب کي تيار ڪندو رهندو هوس. تان جو نيٺ 1989ع جي شروعات ڌاري ستن سالن بعد پيهر سنواريل صورت ۾ هيءَ سنڌي ناٽڪ جي تاريخوار ترتيب مڪمل ٿي وئي. هن ڪتاب جي تڪميل لاءِ ڊاڪٽر عبدالقادر انصاري، سابق وائس چانسلر سنڌ يونيورسٽي ڄام شورو ۽ مسٽر عبدالقادر جوڻيجو، ڊائريڪٽر انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄام شورو جي همت افزائي ۽ مددي حوالن لاءِ ڪتابن ڏيڻ واري وڙ کي به هرگز نٿو وساري سگهان ۽ سندن بيحد مشڪور آهيان.

آخر ۾ آئون انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄام شورو ۽ اُن جي ڪتاب منظور ڪندڙ ڪميٽيءَ جي ميمبرن جو پڻ نهايت ٿورائتو آهيان جن صرافن ’محبت پائي من ۾، رنڊا روڙيا جن‘ جي مصداق تي عمل ڪندي منهنجيءَ هن محنت کي اشاعت لاءِ منظوري ڏني ۽ پوءِ اداري هي ڪتاب ڇپائي پڌرو ڪيو. اميد ته پڙهندڙن وٽ منهنجو هي پيار جو پورهيو به صاب پوندو.

محمد يوسف پنهور

حيدرآباد سنڌ

5 جون 1989ع

# 1

# ڊرامو يا ناٽڪ

گهڻو آڳاٽو جڏهن انسان اجا غارن جو رهواسي هو، پاڻ کي قبيلن ۾ ورهائي، انساني تهذيب ۽ تمدن جي شروعات ڪري رهيو هو؛ تڏهن کان ئي پنهنجن جذبن ۽ احساسن جي اظهار ڪرڻ لاءِ مخصوص رنگ ۽ ربط سان جشن ۽ تقريبون ملهائڻ لڳو هو. جنهن لاءِ ائين ڪٿي سمجهيو وڃي، ته انسان جي تمدني تواريخ کان گهڻو اڳ واري دؤر ۾ انسان پنهنجي ساٿين (ناظرين) سامهون، مخصوص اندازن سان بهادريءَ جي ڪارنامن يا شڪار جي مشاهدن کي بيان ڪري ڏيکاريندو هو.

انسان جي جذبن ۽ احساسن واري اهڙي اظهار جي ادائگي کي يوناني ٻوليءَ ۾ ’ڊرومنن‘ ڪري ڪوٺيو ويندو هو، جنهن لفظ جو پوءِ وارو گهاڙيٽو ’ ڊرومنن‘ مان ڦري ’ڊراؤ‘ ٿيو جنهن مان اڄتي هلي لفظ ڊرامو (Drama) ٺهيو آهي، ۽ ان جي معنيٰ آهي ’ڪرڻ‘ يا ’ڪري ڏيکارڻ‘(1). ساڳئيءَ ريت وضاحت سان بيان ڪندي يونان جي عِظيم فلاسافر ارسطوءَ (385 ق.م) ڊرامي کي’عمل جي ‘ نقالي ) imitation Of action) سڏيو آهي.(2)

## ناٽڪ جي فني حيثيت:

قديم دور کان ئي ڊرامي بابت ماهر- ناٽڪ ڪار ’تحرير‘ مٿان ’عمل‘ جي فوقيت واري راءِ قائم رکيو اچن. ان لاءِ ڊرامي بابت ارسطو جو نظريو ورجايو ٿو وڃي ته عمل جي نقالي جي بنياد تي ڪنهن به ڊرامي جي ’تحرير‘ کان وڌيڪ ’عمل‘ جي اهميت آهي. تنهنڪري ڪو به اسٽيج ڊرامو لکت جي لحاظ کان پل ڪٿي وٽندڙ يا بيحد وٽندڙ لڳي پر انهي ڊرامي کي اسٽيج تي پيش ڪرڻ ڪانسواءِ ايئن سمجهڻ گهرجي ته انهي جو ملهه ڪاغذ جي صفحن تي بي روح ۽ خاموش تصوير کان وڌيڪ ڪجهه به نه آهي(1). ان ڏس ۾ هڪ ماهر سنڌي ناٽڪ نويس به پنهنجي وسيع تجربي جي بنياد تي ساڳيو رايو پيش ڪندي لکي ٿو ته، ’ڪو به اسٽيج ڊرامو حقيقي معنيٰ ۾ تڏهن ئي ڊرامو ليکيو ويندو آهي، جڏهن اهو اسٽيج تي پيش ڪيو ويندو آهي.‘ بلڪل

اهڙي طرح جيئن ڪو به لکيل نغمو صحيح معنيٰ ۾ تڏهن ئي نغمو ڪوٺبو آهي جڏهن اهو ڳايو ويندو آهي. ناٽڪ بابت به ساڳيو ئي دليل ڏنو وڃي ٿو ته ناٽڪ جو آخرين مقصد تڏهن پورو سمجهبو آهي، جڏهن اهو ٿيئٽر ۾ اسٽيج تي پيش ڪيو ويندو آهي.(2)

---

(1)sister, The, plays A book of : M.AgnesDavid 1960, p.1 Macmillan Co. New York

(2) Aristotle: The poetics (Translated by Ingram Bywater )The Macmillan Co. New York,1930 p,15.

(1) Bander Mathews: A study of drama, Houghton miffin Co Boston,,1930p.4

(2) منگهارام ملڪاڻي: ’ سنڌي نثر جي تاريخ ‘ زيب ادبي مرڪز ، حيدرآباد سنڌ ، 1977ع

# 2
# اسٽيج ۽ ٿيئٽر

اسٽيج لاطيني ٻولي جو لفظ آهي جيڪو(سسٽيٽڪم اسٽئٽس يا اسٽيئر) لفظ مان اخذ ٿيل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي’ويهڻ ‘. جئين ٿيئٽر جي هن حصي تي فنڪار ويهي فن جو مظاهرو ڪن ٿا، سو انهي مناسبت سان مٿس اسٽيج نالو رکيو ويو آهي.

اسٽيج جي لاڳو واري حصي کي’آڊيٽوريم‘(1) ڪوٺجي ٿو. اسٽيج ۽ آڊيٽوريم ’ٿئيٽر‘(2) جي ٻه ،مکيه ڀاڱا آهن ۽ اهي ٻئي ڀاڱا جتي گڏجن ٿا، انهي کي ’پروسينيم‘(3) سڏيو وڃي ٿو.

ابتدائي يوناني دور ۾ ٿيئٽر جي اڏاوت ٽڪريءَ جي لاهي تي ٿيندي هئي، جتي آڊيٽوريم لاهيءَ واري پاسي تي بنايو ويندو هو، جيڪو ڪليل وايو منڊل ۾ هوندو هو. ٻئي پاسي تي اسٽيج ٽڪريءَ جي لاهيءَ وٽ ئي ٺاهي ويندي هئي. اسٽيج وارو احاطو تنبن جو جڙيل هوندو هو، جتي اداڪار پنهنجن چهرن تي مصنوعي شڪلين وارا پوش(Masks) اوڍي اسٽيج تي اداڪاري ڪندا هئا. سو اهڙيءَ ريت يوناني ٿيئٽر ۾ اداڪارن ۽ ناٽڪ ڏسندڙن لاءِ به الڳ الڳ هنڌ اسٽِيج ۽ آڊيٽوريم مقرر ٿيا هئا.

ان کانپوءِ رومن ٿيئٽر ۾ وري اها روايت جاري ٿي ته آڊيٽوريم ۾ ساز وڄائيندڙ فنڪارن( آرڪيسٽرا) کي اسٽيج جي اڳيان ويهاريو ويندو هو، جيڪا پوءِ اڳتي هلي ٿيئٽر ۾ آرڪيٽرا لاءِ مخصوص جاءِ بنجي ويئي.

اهڙيءَ طرح شروعاتي انگريزي ٿيئٽر (1576ع ڌاري) جي اڏاوت ۾ به وري اها ٿوري گهڻي ڦيرڦار ٿي ته آڊيٽوريم ۾ ڏسندڙن جي ويهڻ لاءِ ٿي ڪٺهڙا (Balconies) تعمير ڪيا ويا. پوءِ ٿيئٽر جي اها اڏاوتي اوسر ڪيترين تبديلين سان تعمير ٿيندي اچي موجوده جديد ٿيئٽر تائين پهتي آهي.

# 3
# ناٽڪ جو نماءُ

ناٽڪ جو آغاز انسان جي تهذيب ۽ تمدن جي شروعات کان ئي لاڳو معلوم ٿئي ٿو، جنهن جي ثبوت پنج هزار سال آڳاٽي ’ موهن جي دڙي‘ واري سنڌو ماٿري جي سپيتا مان مليو ٿو؛ جتان هٿ آيل مکيه مجسمن جهڙوڪ’ نرتڪي‘ (نرت جي اداڪار يا ناچڻي) ۽ ’پروهت‘ سان گڏ ٻيا (ناظرين) مجسما انهيءَ دور جي آڳاٽي نرتيه يا ناچ – ناٽڪ (Ballet) جا هم اهڃاڻ ٻيا پانئجن.(1)
اهڙيءَ طرح قديم سنڌي راڳ’ ڏس ۽ بيان‘ وارين ڪافين جو ذڪر هئڻ تمام ضروري آهي، جيڪي ڳائيندي وقت قصي ۾ بيان ٿيندڙ ڪردار جي اداڪاري هٿن جي اشارن ۽ آواز جي لاهن چاڙهن سان ڪئي وڃي ٿي. مثال طور ليلا چنيسر جو داستان پيش ڪرڻ وقت فنڪار قصي کي سانگ واري سٽاءُ (ڊرامائي انداز ) ۾ پيش ڪندو آهي؛ يعني ته ڳائيندڙ اداڪاري ۽ ڳائڻ ذريعي ٻولين کي ائين پيش ڪندو آهي جو ڄڻ ليلا پاڻ چئي رهي آهي(2).
قديم سنڌي راڳ جي هيءَ صنف وري اوائلي دور واري راڳ – ناٽڪ (Opera) سان گهڻي قدر مشابهت رکي ٿي.
ناٽڪ جو ٽيون نمونو آهي سانگ (حڪايتي ناٽڪ)، جنهن بابت سنڌي لوڪ ادب جي جڳ مشهور محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو چوڻ آهي ته سانگ سنڌ جو ڊرامو آهي، جنهن جي شروعات آڳاٽي وقت کان ٿي. مڱڻهار، ڀٽ، شيدي ۽ ٻيا خاص حرفتي ۽ هنر مند گروهه شادين ۾، محفلن جي موقعن تي سانگ وجهندا هئا؛ جنهن ۾ مختلف ڪردارن جا روپ اختيار ڪري واقعي يا سماجي منظر جي جيئري جاڳندي تصوير پيش ڪندا هئا. هنرمند عورتون وري عورتن جي مجلسن ۾ سانگ وجهنديون هيون. اڄا تائين ڪن جاين تي اهي سانگ رچايا ويندا آهن.(1)
ننڍي کنڊ ۾ ناٽڪ جي شروعات يوناني ناٽڪ وانگر ڌرمي رنگ سان ٿي، ڇاڪاڻ ته آڳاٽي زماني وارا هتان جا رهواسي يونانين وانگر اصنام پرست هئا. ناٽڪ تي ڌرم جو اثر هئڻ ڪري انهيءَ دور ۾(توڙي هاڻي به) هندو پنهنجن خاص ڌرمي ڏڻن، جهڙوڪ هولي، ڏياري، جنم اشٽمي ۽ دسهڙي جي موقعن تي جدا جدا ميڪ اپ سان جدا جدا روپ ڌاري نقل ڪندا رهن ٿا. انهيءَ ابتدائي

دور ۾ ڏرمي ڪرامتن ۽ غيبي اسرارن جا ناٽڪ( راس ليلا ۽ رام ليلا) به خوب رچايا ويندا هئا. اهڙي طرز جي ناٽڪن کي لوڪ –ناٽڪ ليکي هند جو هڪ معروف سنڌي ناٽڪ- ڪار پنهنجي راءِ جو هڙي طرح اظهار ٿو ڪري ته "سانگ، تماشو، ڪٺ پتيلن جو کيل، چونڪي، ڀڳت ۽ رام ڪرشن ليلائون سنڌ جا مکيه طرح لوڪ-ناٽڪ آهن". (2)
آڳاٽي زماني کان ئي ناٽڪ جي ٽنهي مکيه نمونن: ناچ –ناٽڪ ، راڳ-ناٽڪ ۽ حڪايتي ناٽڪ جو کليل ميدان ۾ نماءُ رڳو هتي سنڌو ماٿريءَ جي قديم تمدن ۾ رائج نه هو پر يونان جتي ناٽڪ اوج تي پهتي هو، اتي به 472 قبل مسيح ڏاري دراما کليل ميدان ۾ پيش ٿيندو هو، انهي دور کي عهد وسطيٰ يا عوامي ناٽڪ (Medieval Drama and everyman) ڪوٺجي ٿو؛ جڏهن ناٽڪ عبادتگاهن ۽ شاهي دربار مان نڪري عوام تائين پهتو. جنهنڪري هن دور (5کان15 صدي عيسوي ) ۾ گشتي ناٽڪ- گهر پري پري ڏسن کهي وجي ناٽڪن جو نماءُ ڪندا هئا. (1)
انهي دور جي لڳ ڀڳ چهين کان ٻارهين صدي عيسوي ۾ روم جي زوال کانپوءِ ڪيترن مشهور ناٽڪن جا دلچسپ ٽڪرا سيلاني اداڪار شغل ۽ شادمانن جي موقعن تي گهٽين ۽ دالانن ۾ ادا ڪري ڏيکاريندا هئا. پوءِ ناٽڪ جي اهڙي طرح کليل فضا ۾ نماءُ ايتريقدر ته اوسر ماٽي، جو اهو به دور آيو جو اهڙي قسم جي ناٽڪ واري پيشڪش هاڻوڪي جديد دور ۾ تماشگاه (Areba stage) يا چوڌاري وارو ناٽڪ –گهر (Theater in the round) جي نالي سان مشهور آهي.

# 4
# سنڌ ۾ ناٽڪ

سنڌ ۾ ناٽڪ جي تاريخ باقاعدگيءَ سان اوڻويهين صدي عيسوي جي وچ ڌاري سهيڙجڻ شروع ٿي. 1854ع ۾ قائم ٿيل’ رايل ٿيئٽر ڪراچي‘ ناٽڪ جي ميدان ۾ پهريون قدم هو. جنهن 6۽8 جون 1854ع تي جان ٿامس هئينز (John Thomas Haines) جو مڪمل ميلو ڊراما ’آسٽرلز‘ يا دي سولجر برائيڊ (Austerliz-or- The Soldier`s Bride) پيش ڪيو هو، جنهن ۾ انگلينڊ جي مهاراڻِي جي 83 ريجمينٽ جي شوقيه فنڪارن حصو ورتو هو. ڪراچي ڇانوڻيءَ ويجهو قائم ڪيل ٿيئٽر هال ۾ هن ڊرامي سان گڏ هڪ مذاحِيه فيچر دي هيپي مئن، (The Happy Man) پڻ پيش ڪيو ويو هو.(1)

رايل ٿيئٽر برپا ٿيڻ ڪانپوءِ جيئن جيئن ناٽڪ ڏسڻ جو رجحان وڌيو، ته پوءَ ڇاهه پٽاندڙ آهستي آهستي ڊرئميٽڪ سوسائيٽون پڻ قائم ٿيڻ لڳيون هيون، جهڙوڪ:

- دي ڪراچي فرينڊ ان نيڊ سوسائٽي (1882ع)،
- پيني ريڊنگس ائنڊ ڊرئميٽڪ سوسائٽي (1884ع)،
- ڊرئميٽڪ ڪلب آف گولسٽر ريجمينٽ (1884ع) ۽
- فرسٽ بٽالين ڊبليو آر ڊرئميٽڪ ڪلب (1985ع)

هنن ناٽڪ منڊلين ۾ گهڻو ڪري انگريز فوجي آفيسر وڏي چاهه سان حصو وٺندا هئا(2) انهن مقامي ڊراميٽڪ سوسائيٽين ڪانسواءِ ٻاهران آيل ڪي ناٽڪ پيش ڪندڙ ڪمپنيون پنهنجا مشهور ناٽڪ پيش ڪرڻ ايندي‌ون هيون. اهڙيءَ طرح شروعات ۾ هتي سڀ ڪان پهريائين بمبئي ڪان آيل ناٽڪي پيشي واريون پارسي ۽ گجراتي ڪمپنيون پنهنجا پنهنجا مشهور ناٽڪ پيش ڪنديون رهنديون هيون. انهن مشهور ناٽڪ ڪمپنين ۾ ’پارسي اوريجنل آپيرا ڪمپني‘ ۽ ’روزا ٿاورز ڪاميڊي ڪمپني‘ ديسي زبان ڪان علاوه انگريزي ۾ پڻ ناٽڪ اسٽيج تي پيش ڪنديون هيون.

سنڌ ۾ جيڪي ٻاهر ڪان ايندڙ ڪمپنيون ناٽڪ اسٽيج ڪرڻ اينديون هيون سي پاڻ سان گڏ عارضي اسٽيج ۽ ٻيو ناٽڪن جو سامان پڻ کڻِي اچي، ناٽڪ رچائينديون هيون. ٻاهر ڪان ايندڙ انهن ناٽڪ ڪمپنين ۾ پهرين ڊرئميٽڪ ڪمپني هڪ

پارسي سيٺ پسٽن جي فرامجي 1877ع ڌاري بمبئي ۾ قائم ڪئي. هن جي مرڻ کانپوءِ اها ڪمپني ٽٽي به ڪپنيون ٿيون. اصلي ڪمپني جو نالو ’اوريجنل ٿيئٽريڪل ڪمپني‘ هو، جنهن جي ٽٽڻ تي خورشيد جي بالي والا ’وڪٽوريا ناٽڪ ڪمپني‘ ۽ ڪائوسجي کٽائو ان جي مقابلي ۾ ‘الفريڊ ٿيئرٽيڪل ڪمپني‘ کڙي. ڪراچيءَ ۾ انهن ڪمپنين جون شاخون’جمعدار جي ڪمپني‘، ’زوال جي ڪمپني‘ ۽ ’جميله جي ڪمپني‘ ڊراما پيش ڪنديون هيون.(1)
اهڙي ريت سنڌ ۾ ناٽڪن لاءِ چاهه ۽ ماحول پيدا ٿيو. پاهران آيل ناٽڪ ڪمپنيون ٽڪيٽون رکنديون هيون ۽ ماڻهون تفريح خاطر اهي ٽڪيٽون خريد ڪري ناٽڪ ڏسڻ ويندا هئا.
انهن ڏنڌوڙي ناٽڪ ڪمپنين مان جميله ۽ رازل ڪمپنين ڪراچي ۾ نيپير روڊ تي پنهنجا ٿيئٽر قائم ڪيا هئا. اهي ٻئي ڪمپنيون به عورتون هلائيندڙيون هيون ۽ ناٽڪن ۾ زنانا پارٽ به پاڻ ادا ڪنديون هيون. اهي ڪمپنيون شروعات ۾ آغا حشر جو’اندر سڀا‘ نالي مشهور راڳ ناٽڪ ۽ پوءِ ڪجھ چِپيل عشقيه ناٽڪ جهڙوڪ:

- راجا اندر،
- خدا دوست،
- خوبصورت بلا،
- هرشچندر،
- ليلا مجنون،
- شيرين فرهاد ۽
- شڪنتلا

وغيره پيش ڪنديون هيون.
هتي اها ڳالھ پڻ ڌيان جوڳي آهي ته انهن پيشيور ناٽڪ ڪمپنين جي ناٽڪن کي ڏسي، هئڻ ايئن گهربو هو ته سنڌ واسي به اهڙي طرز تي ناٽڪ ڪمپنيون قائم ڪري، اسٽيج تي سنڌي ناٽڪ رچائين ها، پر نتيجو ان جي برعڪس نڪتو، چاڪاڻ ته سنڌي ڊرامي شروعات کان ئي تعليمي ماحول ۾ اؤسر ماڻي ۽ پڙهيل لکيل طبقي جي هٿن ۾ پروان چڙهيو. اهو ان ڪري جو سنڌي ناٽڪ جي شروعات ئي تعليمي ۽ تدريسي دؤر جي آغاز کان ٿي آهي.

سال 1851ع ۾ سنڌ جي پهرئين چيف ڪمشنر سر بارٽل فريئر هڪ اشتهار ذريعي سنڌي ٻولي کي سرڪاري ٻولي جو درجو ڏنو ۽ غير ملڪي آفيسرن لاءِ سنڌي ٻولي جو امتحان پاس ڪرڻ لازمي قرار ڏنو(1). بعد ۾ جڏهن 1853ع کان انگريزن جي ڪوشش سان سنڌي الف- بي ٺهي راس ٿي. ۽ پوءِ آهستي آهستي سنڌي ۾ انگريزي اسڪول کليا، تڏهن اتي ننڍا ناٽڪ لکي اسٽيج تي پيش ڪرڻ جو رواج پيو(2) .

اهڙي طرح اڳتي هلي وڏن شهرن ۾ جڏهن هاءِ اسڪول ۽ ڪاليج برپا ٿيا ته مٿئين ڪلاسن ۾ شاگرد انگريزي ڊرامي جو مطالعو ڪرڻ لڳا، جنهن مان ظاهر آهي ته مطالعي سان گڏوگڏ اهي ڊراما اسٽيج تي پيش ڪرڻ جو خيال به منجهن پيدا ٿيو. ٻئي طرف هنر مند (پروفيشنل) ناٽڪ ڪمپنين جا ڊراما ڏسندڙ ناظرين جي چاهه جو خيال رکندي برک سنڌي ناٽڪ اديبن لوڪ مقبول ناٽڪ پڻ لکڻ شروع ڪيا. اهڙي ريت سنڌي جو دور اوڻهين عيسوي صديءَ جي آخرين چوٿائي کان شروع ٿئي ٿو. جنهن کي وقت جي ڪٿا مطابق هڪ پوري صدي گذري چڪي آهي. ان ڏس ۾ تفصيلي جائزو پيش ڪندي سنڌي ناٽڪ جي اوسر کي ٽن مختلف دورن ۾ ورهايو ويو آهي.

---

(1) آبيٽوريم لاطيني زبان جو لفظ آهي، جنهن جي معني آهي ٻڌڻ

(2) ٿيئٽر يوناني ٻولي جو لفظ آهي جنهن جي معني آهي 'ڏسڻ' يا 'نظارو پسڻ'.

(3) پروسينيم يوناني ٻولي جو لفظ آهي جنهن جي معني آهي ' تنبوءَ جي سامهون وارو حصو' جيئن ته ابتدائي دور ۾ يوناني اسٽيج وارو احاطو تنبن سان جوڙيون ويندو هو، سو مٿس نالو به تڏهن کان پيل آهي.

(1) ڊاڪٽر محمد يوسف پنهور: 'سنڌي ناٽڪ جي اوسر'،هلا ل پاڪستان مئگزين ، ڪراچي، سيپٽمبر –آڪٽوبر 1982ع ، ص.42-46.

(2) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: 'سنڌي موسيقي جي مختصر تاريخ'، شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، حيدرآباد سنڌ، 1978ع ص،268.

(1) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: 'مناظرا' ، سنڌ ادبي بورڊ ، حيدرآباد سنڌ، 1961ع، ص.19.

(2) جيٺو لالواڻي: 'ناٽڪ ڪلا جو وڪاس ' جيٺو لالواڻي پبلشرز، ڪبيرنگر، احمد آباد،1983ع، ص.13.

(1) Response.The Hoffman,. The Theatrical Kenneth ,M. cameran and Thedore J.C London. 1969 P-55 Macomillan , co

(1) .The sind qasid karach, june 6, 1985 p.1

(2) P.3.1885 .The sind Qasid . Karachi, December 21

(1) الھ بخش عقيلي ’سرشار‘: سنڌي ادب ۾ ناٽڪ نويسي‘ (مقالو) ، ’نئين زندگي‘ ڪراچي، اپريل 1954ع ص.
.53

(1) Ellis, B, H, `Report on Education in sindh` Bombay Education Society, Press.
1856.P.14.

(2) محمد اسماعيل عرساڻي، 1974ع. ’چار مقالا‘. سنڌي ادبي بورڊ ، حيدرآباد، سنڌ ، ص.4

# 5

# سنڌي ناٽڪ جو پهريون دؤر

پهرئين سنڌي ناٽڪ واري سال (1880ع) کان پهرين مهاڀاري لڙائي جي خاتمي (1920ع) تائين، سنڌي ناٽڪ جو پهريون دور ليکيو وڃي ٿو، جنهن ۾ سڀ کان پهرين سنڌي ناٽڪ نويسيءَ جي علمبردار شمس العلماءَ مرزا قليچ 1880ع ۾ ’ليلا مجنون‘ نالي هڪ راڳ- ناٽڪ (Opera) لکيو ۽ تنهن کانپوءِ 1885ع ۾ ’خورشيد‘ ناٽڪ لکيائين، جيڪو گجراتي ناٽڪ، ’سونا نا مول ني خورشيد‘ جو ترجمو هو. ٽيون جهونو سنڌي ناٽڪ ڪوڙومل چندن مل جو’ رتناولي‘ (1888ع) ليکجي ٿو، جيڪو اصل ۾ سنسڪرت جي مشهور ناٽڪ نويس راجا هرش ديو جو لکيل هو.انهي کانپوءِ 1894ع ۾ مرزا قليچ بيگ جو ٽيون ناٽڪ ’بڪاولي‘ ڇپيو.

ان ريت 1894ع تائين سنڌي ناٽڪ رڳو ڇپيل صورت ۾ پڙرا ٿيا، پر پوءِ ترت ئي سنڌي ناٽڪ کي اسٽيج جي زينت پڻ بنايو ويو ۽ اها ابتدا به ناٽڪي پيشي وارن جي هٿان نه . پر سنڌ جي پڙهيل طبقي ۽ سلجهيل ذهنن جي ڪوشش سان ٿي يا ٻين لفظن ۾ ته سنڌي ناٽڪن جي هيستائين جيڪا به اوسر ٿي آهي، سا شوقيه فنڪارن (Amateurs) جي ڪري ٿي آهي، ۽ انهي ۾ حصو وٺندڙ به گهڻو ڪري استاد، شاگرد، پروفيسر ۽ تعليمي ماهر هئا. جن کي ڏسندي پوءِ وڪيل، ڊاڪٽر، روينيو، آفيسر مطلب ته ٻيا پڙهيل افراد به ساڻن شامل ٿي ويا. انهي ڪري سنڌي ناٽڪ زيادھ طور تعليمي ادارن جي احاطن ۾ يا وري پڙهيل طبقي جي سماجي تنظيمن جي پروگرامن تحت ٿيندا رهيا، جن جو اسٽيج تي پيش ٿيڻ جو مقصد گهڻو ڪري تعليمي مقصد جي ترقي خاطر رهيو آهي[(1)].

هن مخصوص جذبي جي سر شاري سان پوءِ ڪيترين ئي سنڌي ناٽڪ منڊلين برپا ٿيون، جن جو تاريخوار ذڪر ڪجي ٿو.

# ناٽڪ منڊليون

## 1- سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي، ڪراچي:

1984ع ۾ سڀ کان پهرين جهوني سنڌي ناٽڪ منڊلي ’ڊيارام ڇيٺيمل سنڌ ڪاليج ايميچوئرس ڊراميٽڪ سوسائٽي، ڪراچي‘ ليکي وڃي ٿي. جيڪا پوءِ ’سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي، ڪراچي جي نالي سان مشهور ٿي؛ سا لڳ ڀڳ پنجويهن سالن تائين ناٽڪ پيش ڪندي رهي. هيءَ منڊلي تنهن وقت جي پرنسپال ڊاڪٽر جئڪسن ۽ پارسي وائس پرنسپال بادشاهه جي اُدم ۽ جفاڪشي جو نتيجو هئي.
هي منڊلي ويهن سالن تائين حيدرآباد ۾ به هر سال ناتال جي موڪلن ۾ ٿي ناٽڪ رچائيندي هئي، جتي ٻن راتين ۾ نئون ناٽڪ ۽ وچين رات جو گذريل سال وارو ناٽڪ پيش ڪندي هئي.
هن منڊليءَ پهريون ناٽڪ ڇيٺانند ڪلٽداس پرياڻيءَ جو ’نل دمينتي‘ پيش ڪيو. پوءِ منڊليءَ جي مکيه ليکڪ ليلارام سنگ وطڻ مل جا مشهور ناٽڪ جهڙوڪ، هرشچندر موهن تارڪا، سورجن راڻا، راماڻ- 2، دوروپدي، شاهه عادل خان ۽ لوپي لاکيڻا پيش ڪيا. اهڙي ريت هن منڊليءَ مرزا قليچ بيگ جا به ڪيترائي وڏا توڙي ننڍا ناٽڪ ڇپايا ۽ پيش ڪيا، جن ۾ مشهور ناٽڪ هئا: شڪنتلا، لوپي ۽ ٺوڳي، انڪوائري آفيسر، حسنادلدار،، نيم طبيب خطره جان نيم ملا خطره ايمان، شاهه ايليا، شيخ چلي ۽ اگڻ مسخرو، فيروز دل افروز، شمشاد مرجانه، گش ڪي ڪشٽ، پرهيز جي ٿولي، شهريار شهربانو، بدرمنير ۽ بي نظير، شيرين فرهاد ۽ شهزادو بهرام. ان کان سواءِ هن منڊلي ڏيئومل گاگنمل جو، رم بنواس،شيواسنگ اجواڻي جو ڪشٽ، پيرومل مهرچند جو حرص جو شڪار، ۽ بزازين جو ناٽڪ، لوڪسنگ وطن مل جو نشائن کي نصيحت، ۽ ڪوڙومل چندن مل جو سنگ جو پرسنگ ناٽڪ پڻ رچايا.
هن ناٽڪ منڊليءَ جا مشهور هدايتڪار ڪنول سنگ ملڪاڻي ۽ هيرانند پوچراج آڏواڻي هئا، جڏهن ته معروف اداڪار هئا؛ درگداس آڏواڻي ، هيرانند سنتوڪرام (وڪيل) سجاننگه جڳتياڻي، ڪنول سنگه ملڪاڻي، بجاسنگه آڏواڻي، حشمتراءِ

لوڪ سنگھ، چيتمل موتيرام لعلواڻي، خوشيرام ساڌواڻي، ڊاڪٽر چوئٿرام، جوتسنگھ آڏواڻي، ٽيئومل (پرمانند ميوارام جو ننڍو ڀاءُ) موتيرام گدواڻي، موهن شهاڻي، وشنو هيراننداڻي، هيرانند پوچراج آڏواڻي، ڏيئل مل لعلواڻي، تيجو مل شهاڻي (بعد ۾ پرنسپال ٿيو) لعلچند امرڏنو مل، پهلاجراءِ ڪرپالاڻي، جهمٽ مل پاوناڻي، موتي جهانگياڻي، گيانچند ٿڏاڻي، دريانومل سدارنگاڻي، ڏرمداس چيلاڻي، پاڳسنگھ آڏواڻي ۽ منگهارام ملڪاڻي.
برپا ٿيڻ کان لڳاتار پنجويھ سالن تائين هن ناٽڪ منڊلي جو اوج رهيو، پر پوءِ ڏھ – ٻارهن سال ناٽڪ نه ڏيکاريائين. گهڻو پوءِ 1925ع ۾ ڪاليج جي ساليانو جلسي ۾ خانچند درياڻيءَ جو ننڍو ناٽڪ ’سچي سڪ‘ پيش ڪيو ويو، جنهن جو هدايتڪار هو ڪاليج جو پروفيسر منگهارام ملڪاڻي ۽ اداڪار ڪاليج جا شاگرد هئا. تنهن کان پوءِ ڪاليج جي پرنسپال تيجومل شهاڻيءَ جي اتساهه ڏيارڻ تي منگهارام ملڪاڻي 1928ع ۾ سنڌ ڪاليج جي نئين ناٽڪ منڊلي برپا ڪئي، جنهن ۾ خانچند درياڻيءَ جو لوڪ ڪهاڻيءَ تي ٻڌل مومل منڙو، ناٽڪ رچايو ويو. هن ناٽڪ جو هدايتڪار منگهارام ملڪاڻي هو ۽ مکيه اداڪار هئا: مُڪند لالا، موتي جڳتياڻي، چندن ميرچنداڻي ۽ ڪشنو جڳتياڻي. هن نئين ناٽڪ منڊليءَ جي برپا ٿيڻ کان ڏھ سال پوءِ 1939ع ۾ سنڌ ڪاليج ۾ پرنسپال شهاڻيءَ جي رٽائر ڪرڻ واري جلسي تي شيڪسپيئر جي مشهور ناٽڪ Midsummer Nights Dream تان ورتل دلسوز ’داستان‘ جي نالي سان پيش ڪيو ويو. هن ناٽڪ جي هدايتڪاري خود ليکڪ منگهارام ملڪاڻي ڪئي جڏهن ته اداڪار ڪاليج جا شاگرد هئا.

## 2. ڌرم اپڪار ڊرئيميٽڪ سوسائٽي، شڪارپور:

1897ع ۾ برپا ٿيل هن ناٽڪ منڊليءَ جو روح روان ديوان ٺاڪرداس هو. هن منڊليءَ جي ناٽڪن ۾ شڪارپور جا معزز شهري جهڙوڪ وڪيل، ڊاڪٽر، جج ۽ وڏا واپاري سيٺي پارٽ ڪندا هئا. هيءَ ڊرئيميٽڪ سوسائٽي پنهنجا ڪيترائي مشهور ڊراما شڪارپور اسٽيج تي پيش ڪرڻ کان پوءِ سکر، حيدرآباد، ڪراچي، چمن ۽ ڪوئيٽا ۾ پيش ڪندي هئي.

هن منڊلي پهرين سال گاگنسنگ آڏواڻيءَ جو ’شڪنتلا ۽ دشينت‘ ناٽڪ پيش ڪيو هو. ساڳئي ليکڪ جا بيا به ناٽڪ ’مها انڌير‘ (جيڪو هندو ڌرمي تبليغ سان پريل هو (1)) ۽ ’ڊاڪٽر شام نارائڻ‘ به هن سوسائٽي پيش ڪيا هئا. اهڙيءَ ريت ديوان ٺاڪرداس جا ’چندرا ولي‘، ’تريا چلتر‘ ڪان سواءِ چانڊومل کتريءَ جا مهجور ۽ ’چندر‘ ناٽڪ پيش ڪيا. هن منڊليءَ جو مکيه هدايتڪار مهراج تيجانداس هو ۽ مشهور اداڪار هئا: نچوسنگ، لالسنگ مهراج تيجبانساس، ڪيولرام جماٽي، خانوراءِ پٽ، مهراج پهلاجراءِ، تلسيداس مسند، چيٺانند ناگراٽي، پرسرام بولاخاناٽي ۽ هرومل مدناٽي.

## 3. بندي ماترم ناٽڪ منڊلي، حيدرآباد:

1905ع ڌاري لعلچند امرڏنو مل جي اڳواٽيءَ هيٺ هيءَ ناٽڪ منڊلي برپا ٿي. هي منڊلي قومي توڙي سماجي جاڳرتا تي ناٽڪ پيش ڪندي هئي. انهن ناٽڪن ۾ خود لعلچند امرڏنو مل جا لکيل ’پارت چاوا اُٺ اُٺي جاڳ‘ ۽ ’ عملدار ڪي رعيت آزار‘ مشهور ناٽڪ پيش ڪيل هئا.

## 4. پليئرس ڪلب، حيدرآباد

1905ع ۾ حيدرآباد جي وڪيلن هي ڪلب قائم ڪئي، جنهن پنهنجي شروعاتي سال کان ڏيارام ڄيٺيمل سنڌ ڪاليج ايميچوئرس ڊرئيميٽڪ سوسائٽي جي معيار جيترو پنهنجو ڌاڪو ڄمائڻ خاطر انهي ڊرئيمٽڪ سوسائٽي جا گهڻا مشهور ناٽڪ حيدرآباد توڙي ڪراچي ۾ ڪري ڏيکاريا، جن ۾ مرزا قليچ بيگ جا ’خورشيد‘ ۽ ’عزيز ۽ شريف‘ ۽ چيٺانند کلٽداس پرياڻي جو ’نل دمنيتي‘ ناٽڪ بيحد ڪاميابيءَ سان پيش ٿيا هئا. ڪلب طرفان رچيل ناٽڪن جا هدايتڪار ۽ اداڪار حيدرآباد جا برک وڪيل هئا، جهڙوڪ هيرانند سنتوڪرام، چيٺسنگ نارائڻ سنگ، سنتداس منگهارام، پرسرام هرداسمل، لوڪومل گوبند بخش، حشمتراءِ پال، وليرام آئلمل، ڄيٺيمل ليلارامسنگ، فتحچند بجاسنگ، ڪڪو هيرانندڏاٽي ۽ جهمٽ پاواناٽي.

## 5. ڏيتي ليتي ناٽڪ منڊلي، حيدرآباد

1906ع ڌاري جڏهن حيدرآباد ۾ اجا تختن واري اسٽيج جو رواج ڪونه پيو هو، تڏهن هي ناٽڪ منڊلي شاهي بازار ۾ مشهور ’ڪڪڙ ڪمپني‘ جي دڪان جي ڪُڏ تي ڏيتي ليتي جي، روڳ خلاف وندرائيندڙ ڇهچٽا ڪري ڏيکاريندي هئي، جن کي بازار مان ويندڙ انبوهه ماڻهن جا پيا ڏسندا هئا. هن ناٽڪ منڊلي لاءِ موتومل گدواڻي (حيدرآباد ڪاليج جو پرنسپال) ’ڪرشن جي گوپي‘؛ لعلچند امرڏنومل جا،’سيڻ ڪي ويڻ‘، ’لک ڏيڊ کي لت‘ ۽ نقد ڌرم، لکيا. نانڪرام ’پتي شيوا‘ ۽ کانچند درياڻيءَ هن ڏيتي ليتي جي سماجي روڳ جون پاڙون پٽڻ لاءِ خاص ڌيان ڏيئي به ڊراما جهڙوڪ ’گلاب جو گل‘ ۽ ’موتئي جي مکڙي‘ لکيا. هنن ناٽڪن ۾ حصو وٺندڙ اداڪار هئا: ڊاڪٽر چوئٿرام، هيرو سپاهيملاڻي، جهمٽ پاوناڻي، چئن واڌواڻي، نيڻون ميرچنداڻي، کانچند درياڻي ۽ منگهارام ملڪاڻي.

## 6. چانڊڪا ايميچوئرس ڊرئيميٽڪ سوسائٽي، لاڙڪاڻو:

1907ع ۾ هيءَ ڊرئيميٽڪ سوسائٽي قائم ٿي جنهن جو روح روان ڪشنچند بيوس هو. پنهنجي دور ۾ هن منڊليءَ جي تمام گهڻي مشهوري انهي ڪري به هئي ته هيءَ پنهنجا لوڪ پسند ناٽڪ لاڙڪاڻي ۾ اسٽيج تي پيش ڪرڻ کان پوءِ جيڪب آباد، شڪارپور، سکر، حيدرآباد ۽ ڪراچي ۾ به وقت به وقت ڪري ڏيکاريندي هئي. هن منڊليءَ جو مکيه ناٽڪ نويس ۽ هدايتڪار خود ڪشنچند بيوس هو، جنهن جا مقبول ناٽڪ جهڙوڪ ’خوبصورت بلا‘ پهريون ناٽڪ، ’بلوا منگل، راجا هرشچندر، منوهر نانگڻ، دروپدي، پرت پوڄارڻ، ۽ هارجيت، تمام گهڻي ڪاميابيءَ سان پيش ٿيا هئا. آخر ۾ هن منڊلي ’شڪ جو شڪار‘ پيش ڪيو هو، جنهن ۾ ڪشنچند بيوس رامايڻ جي هڪ ڪهاڻيءَ کي ناٽڪي صورت ۾ آندو هو. هن ناٽڪ منڊليءَ جا مشهور اداڪار هئا؛ مولچند پنجواڻي، ٺهلرام ٺنور ملاڻي، لڇيرام لاهوري، مهاراج ڪُندن، گوبند ناٿاڻي، رام پنجواڻي، هرداس مل ايسراڻي ۽ گوبند رام سيوهاڻي.

## 7. عامل يونين ڊرئيميٽڪ انسٽيٽيوٽ، ڪراچي:

1912ع ڌاري ڪراچي جي سيوهاڻي عاملن پنهنجي ائسوسيئيشن قائم ڪري هيءَ ڊرئيميٽڪ سوسائٽي برپا ڪئي، جنهن طرفان هر سال پنهنجي جشن –سالگره ملهائڻ دوران ڊراما پيش ڪيا ويندا هئا. انهن ڊرامن مان ٿيندڙ آمدني کي عامل جاتي جي سماجي ۽ تعليمي ڪمن تي صرف ڪيو ويندو هو. هن سوسائٽي برپا ٿيڻ واري پهرين سال ’ڪملا‘ ڊرامو پيش ڪيو جيڪو سوسائٽي لاءِ جهمٽ مل ٿڌاڻي لکيو هو. اڳتي هلي 1935ع ڌاري هن منڊلي ساليانى جلسي ۾ منگهارام ملڪاڻي جو مشهور ناٽڪ ’ايڪتا جو آلاپ‘ پيش ڪيو هو، جنهن جي هدايتڪاري به منگهارام ملڪاڻي کي سونپيل هئي ۽ ناٽڪ ۾ اداڪاري به منگهارام ملڪاڻيءَ کي سونپيل هئي ۽ ناٽڪ ۾ اداڪاري سنڌي ڇوڪرين ڪئي هئي ۽ جن جا نالا هئا: موهني گل، ڪملا لعلواڻي ۽ ڪملا اُتم سنگ.

## 8. پريم ناٽڪ منڊلي، ڪراچي:

1912ع ۾ هيءَ ناٽڪ منڊلي برپا ٿي. هيءَ منڊلي گهڻو ڪري پنهنجن ساليانن جلسن تي ڌرمي رنگ وارا اڳ ٿيل ناٽڪ پيش ڪندي هئي.

## 9. ينگ سنڌيز ائسوسيئيشن ڊراما ڪلب، ڪراچي:

1912ع ۾ قائم ٿيل ڪراچي جي سنڌي نوجوانن جي علمي ۽ ادبي جماعت ’ينگ سنڌيز ائسوسيئيشن‘ پنهنجن ساليانن جلسن تي سماجي ۽ قومي جاڳرتا وارا ناٽڪ هن ڊراما ڪلب طرفان پيش ڪندي هئي.

## 10. اَميچوئرس ڊرئميٽڪ سوسائٽي، حيدرآباد:

1912ع ۾ برپا ٿيندڙ هن ڊرئميٽڪ سوسائٽيءَ جو روح روان هيمنداس چنديرام هو. هيءَ منڊلي حيدرآباد توڙي ڪراچيءَ ۾ پنهنجا ڪامياب ناٽڪ پيش ڪندي

هئي. هن جو مکيه ناٽڪ نويس نانڪ رام ڌرمداس هو، جنهن جا مشهور ناٽڪ هئا: ’فريبي فتنو‘، ’نيڪ انجام‘، ’پتي شيواز‘ ۽ ’پريم پڳتي.‘ پچاڙيءَ جو هن منڊلي خانچند درياڻيءَ جا به لکيل ناٽڪ پيش ڪيا، جهڙوڪ، ’پريم پريڪشا، جيئري تي جيئري، زميداري ظلم ۽ انسان ڪي شيطان. هن ناٽڪ منڊلي جا مکيه اداڪار هئا: هيمنداس چنديرام، ناٿي شرما، فتحچند بجاسنگ، گاگنداس مورجاڻي، لعلچند امرڏنو مل، پڏو آڏواڻي، هاسومل، پريتمداس هيرانندڻي، خانو منسکاڻي، نارائڻ ڏيئلداس، هيرو سپاهيملاڻي، پڳوان رامچنداڻي، خانچند درياڻي، آتو لعلواڻي، گوبند هيرانندڻي ۽ ولي رام آئمل.

## 11. پريتم ڌرم سڀا ناٽڪ منڊلي، ڪراچي:

1917ع ڌاري هندن جي ڌرمي جماعت ’پريتم ڌرم سڀا‘ طرفان هيءَ ناٽڪ منڊلي برپا ٿي، جيڪا مختلف وقتن تي ڊراما پيش ڪندي هئي. انهن ناٽڪن ۾ گهڻو ڪري ڌرمي رنگ پريل هوندو هو.

## 12. سارسوت براهمڻ ڊرئميٽڪ سوسائٽي، ڪراچي:

1917ع ڌاري ڪراچي جي نصرپوري هندن هي ناٽڪ منڊلي برپا ڪئي، جنهن جي هڪڙي شاخ پوءِ حيدرآباد ۾ به قائم ٿي. گمٽ مل پوهومل هن سوسائٽيءَ جو آنرري سيڪريٽري ۽ چانڊومل کتري ۽ هرومل پريمچند هن جا مکيه ناٽڪ نويس هئا. هي سڀئي ناٽڪ گهريلو زندگي تي رچيل هوندي به منجهن زندگي سڌارڻ جو چٽ خير ڪو چٽيل هوندو هو. باقي پستول بازي ۽ ٻيا هولناڪ حادثا منجهن جام هوندا هئا. هن منڊلي جا مشهور اداڪار هئا: هوتچند تيجورا، رام هيرا، ڌرمداس ماٽڪ ۽ ڌماڻ مهراج.

## 13. نئشنل ڪاليج ڊرئيميٽڪ سوسائٽي، حيدرآباد:

1918ع ۾ هي ناٽڪ منڊلي قائم ٿي، جنهن ۾ اڪثر طور ڪاليج جا شاگرد ڊرامن ۾ حصو وٺندا هئا. هن ڊرئيميٽڪ سوسائٽي مشهور ليکڪ مرزا قليچ بيگ جا به

ناٽڪ، ’جمشيد حميده‘ ۽ ’موهني‘ پيش ڪيا، جن ۾ حصو وٺندڙ اداڪار هئا: ليلارام هيراننداڻي، پريتمداس شوداساڻي، جڳو آڏواڻي، روپچند ڪرپالاڻي ۽ رامچند ڪلناڻي.

## 14. نيو هاءِ اسڪول ڊرئيميٽڪ سوسائٽي، ڪراچي:

1919ع ۾ هيءَ ڊرئيميٽڪ سوسائٽي سنڌ جي برک عالم ۽ اديب لعلچند امرڏنو مل جي ڪوشش سان قائم ٿي، جڏهن پاڻ نيو هاءِ اسڪول جو هيڊ ماستر هو. هن سوسائٽي ساڳئي سال قومي آزادي تي لعلچند جو لکيل ڊرامو ’ڀارت چاوا اُٿ اُٿي جاڳ‘ اسٽيج تي پيش ڪيو. هن ڊرامي مان حاصل ٿيل آمدني اسڪول جي غريب شاگردن جي ڀلائي لاءِ ڪتب آندو ويو.

## 15. ساڌو هيرانند انڪيڊيمي اسڪول آس جي ٽولي، حيدرآباد:

1920ع ڌاري ساڌو هيرانند انڪيڊيمي اسڪول (موجوده گورنمينٽ هاءِ اسڪول) حيدرآباد طرفان قائم ٿيل هئي، آس جي ٽولي پنهنجي سالياني جشن جي موقعي تي راڻي باغ ۾ شراب خوري روڪڻ ۽ ٻين سماجي براين خلاف اصلاحي ننڍا ناٽڪ پيش ڪندي هئي.

## 16. نوودياله اسڪول آس جي ٽولي حيدرآباد:

1920ع ۾ ديوان پريداس شيوڪرام نووديااليه اسڪول (موجوده ماڊل اسڪول ايلسا قاضي اولڊ ڪئمپس سنڌ يونيورسٽي) حيدرآباد ۾ برپا ٿيل، هيءَ آس جي ٽولي، مختلف تقريبن خاص طور ساليانن جلسن تي راڻي باغ ۾ سماجي براين کي روڪڻ لاءِ اصلاحي ڇهڇٽا پيش ڪندي هئي.

5

### 17. ينگ سٽيزنس ڊرئميٽڪ سوسائٽي، حيدرآباد:

1920ع ۾ هي ڊرئميٽڪ سوسائٽي قائم ٿي، جنهن جو باني ليلارام ماڪيجاڻي هو. هن منڍليءَ ليکڪ ليلارام ماڪيجاڻي جا جيڪي ناٽڪ پيش ڪيا سي هئا: دو رنگ دنيا، پريمي پتنگ، بيوفا قاتل، ڪشور موهي، ڪلجگ جا ڪلور ۽ ليلاوتي. ساڳي ريت هڪ ٻئي ليکڪ آوتراءِ ٺاڪرداس جو 'قهري قهر مان' ناٽڪ پڻ هن منڍلي پيش ڪيو هو. هن منڍلي جا اداڪار هرويرو گلا ڦاڙي چاتيون ٺوڪي اداڪاري جو مظاهرو ڪندا هئا، جيڪو نهايت مصنوعي انداز پيو پائنبو هو.

(1) ڊاڪٽر محمد يوسف پنهور: سنڌي ناٽڪ صدي (1880-1980)، مهراڻ آرٽس ڪائونسل،حيدرآباد سنڌ 1980ع، ص.15.

(1) مير محمد نظاماڻي: 'سنڌي ڊراما' اسلاميه پرنٽنگ پريس، حيدرآباد، 1962ع، ص، 79

# 6

# سنڌي ناٽڪ جو ٻيون دور

پهرين مهاڀاري لڙائي لڳڻ سبب، ملڪي معاشي توڙي سماجي حالتون بگڙڻ لڳيون ۽ انيڪ مسئلا پيدا ٿي پيا، جن ۾ شهري رهڻي ڪهڻي ۽ جتي ڏيتي ليتي، ڪارخانيدار ۽ مزدور وانگر ٻهراڙيءَ ۾ وري زميندار ۽ هاري وچ ۾ طبقاتي ڪشمڪش جهڙا زندگي جا حقيقي مسئلا خاص اهميت سان عوام جو چوپول بنجي، سنڌي ادب ۾ جاءِ ولارڻ لڳا، ته اهي سڌي طرح سنڌي ناٽڪ ۾ به اچڻ لڳا، جنهنڪري سنڌي ناٽڪ حقيقت نگاري جي دور ۾ داخل ٿي ويو.
انهي کان سواءِ پهرئين دور جي ناٽڪن ۾ جيئن انسان جو تقدير يا قسمت تي پاڙڻ جي موضوع کي سنواريو ٿي ويو، تيئن ٻئي دور جي ناٽڪن ۾ وري انهي جي برعڪس اهو ڏيکاريو ٿي ويو ته قسمت انسان جي پنهنجي ڪرڻي جو نتيجو آهي، جنهنڪري اهو نظريو پروان ٿيڻ لڳو ته انسان سعيي، ڪوشش ۽ تدبير سان پنهنجي تقدير ٺاهي سگهي ٿو.
هن دور ۾ ترجمن ۽ ماخوذ ناٽڪن کان وڌيڪ اصلي ۽ حقيت نگاري وارا ناٽڪ رچايا ويا. حقيقت نگاري وارا ناٽڪ رچائڻ واري اها هام سيٺي کان پهرين خانچند درياڻي هنئي هئي، جنهن سڀ کان پهرين ڏيتي ليتي جهڙي سماجي روڳ کي نندڻ جي موضوع تي به اصلي ناٽڪ ’گلاب جو گل‘ ۽ ’موتئي جي مکڙي‘ لکيا، جيڪي ڏيتي ليتي ناٽڪ منڊلي اسٽيج تي پيش ڪيا.
ساڳي وقت ٻئين دؤر ۾ وڏن ناٽڪن جي پيٽ ۾ ننڍا ناٽڪ يعني هڪ ائڪٽ وارا ڊراما پڻ گهڻا لکيا ويا هئا. انهيءَ جو خاص سبب اهوئي ٿي پائنيو ويو ته ٿوري وقت ۾ تيز رفتار (Fast Tempo) سان ناٽڪ ائين رچايو وڃي ته جيئن ڏسندڙن جو معاشي ۽ سماجي مسئلن طرف ڌيان ڇڪيل رهي. ان سان گڏوگڏ ليکڪن ۾ اهو پڻ رجحان پيدا ٿيل هو ته پنهنجن ننڍن ناٽڪن کي نه رڳو اسٽيج تي رچايو وڃي، بلڪ انهن جا مجموعا ڇپرائي پڙهندڙن ۾ ناٽڪ جي فن بابت وڌيڪ اتساهه پيدا ڪيو وڃي.

جيئن پهرين دور ۾ مرزا قليچ بيگ سنڌي ڊرامي لکڻ جي شروعات ڪئي ۽ پوءِ معياري ۽گهڻا ناٽڪ لکي ڪيرون لهڻيون، تيئن ٻئي دور ۾ وري خانچند درياڻي حقيقت نگاري وارا اصلوڪا ۽ گهڻا وڏا ناٽڪ ۽ منگهارام ملڪاڻي ننڍا ناٽڪ لکي، جهجهي جَسَ جا لائق رهيا. هن دور ۾ به علمي شخصيتن ۽ برک اديبن جي سنڌي ڊرامي جي ترقي لاءِ ڪوشان رهڻ ڪري ڪيتريون ئي ناٽڪ منڊليون ۽ لٽرري سوسائٽيون قائم ٿيون. هتي اها هڪ خاص ڳالھ به نهايت ساراھ جوڳي آهي، ته تنهن وقت جي شاگرد پيڙهي به هن فن جي ميدان ۾ پنهنجو پاڻ چڱو موکيو هو، جنهن ڪري انهي دور ۾ تعليمي ادارن ۾ گهڻيون ڊرئيميٽڪ سوسائٽيون برپا ٿيون هيون. سنڌي ناٽڪ جو هي دور برصغير جي ورهاڱي واري دور تائين ليکيو وڃي ٿو.

# ناٽڪ منڊليون

## 1. نانڪرام ناٽڪ منڊلي، حيدرآباد:

1921ع ڌاري حيدرآباد ايميچوئرس ڊرئيميٽڪ سوسائٽيءَ جي مکيه ليکڪ نانڪرام ڌرمداس علحدگي اختيار ڪري، پنهنجي الڳ ناٽڪ منڊلي قائم ڪئي، جنهن جي سهاري هيٺ ستي ساوتري پريم جي پتلي ۽ ليلا تي ناٽڪ پيش ٿيا. هنن ڊرامن ۾ فتحچند بجاسنگھ ۽ ديال ڪرپالاڻي مکيه اداڪار هئا.

## 2. سوشل سروس ڊرئميٽڪ ڪلب، ڪراچي:

1922ع ۾ ڪراچي جي باشعور باشندن پهريائين هڪ سماجي جماعت ’سوشل سروس ليگ‘ جي نالي سان قائم ڪئي، جنهن جي سهاري هيٺ پوءِ اڳتي هلي هيءَ ڊريميٽڪ سوسائٽي ٺاهي، جنهن جو سيڪريٽري چين راءِ قيمتراءِ هوندو هو. هن سوسائٽي ڪراچي توڙي حيدرآباد ۾ سماجي موضوعن تي ڪيترائي ڊراما پيش ڪيا.

## 3. رابندر ناٿ لٽرري ۽ ڊرئيمٽڪ ڪلب، حيدرآباد ۽ ڪراچي:

1923ع ۾ هي ناٽڪ منڊلي خانچند درياڻيءَ جي باني‌ڪاري هيٺ هيرانند آڏواڻي، لعلچند امرڏنو مل، چيٺمل پرسرام، ڏيئلمل لعلواڻي ۽ منگهارام ملڪاڻي جي سرجوشي سان وجود ۾ آئي، جنهن جو مهورت حيدرآباد ۾ مهاڪوي رابندر ناٿ ٽئگور پاڻ ڪيو هو. هن منڊلي جي حيدرآباد شاخ وارا ڪائونسلر هيرانند پوچراج آڏواڻي ۽ پوءِ رامچند تخترام هئا ۽ مولچند ليلارام سنگ ۽ وليرام آئلمل هئا جڏهن ته ڪراچي شاخ جا ڪائونسلر خانچند درياڻي ۽ پڳوان رامچنداڻي هئا ۽ بعد ۾ چانڊومل واڌواڻي ۽ پهلاجسنگ آڏواڻي ٿيا. ڪلب جو مکيه ليکڪ خانچند درياڻي هو جنهن کي انهي دور جو حقيقت نگاري واري ناٽڪ (Realistic Drama ) جو پايو وجهندڙ ڪوٺيو وڃي ته بيجا نه ٿيندو.

هن منڊلي جو پهريون بهترين ناٽڪ ’ملڪ جا مدبر‘ جيڪو ابسن(Ibsen) جي مشهور ناٽڪ Pillars of Society تان وٺي خانچند درياڻي سنڌ مسلم زندگيءَ ۾ بيهاريو هو. هي ناٽڪ حيدرآباد توڙي ڪراچي ۾ ڪيتريون ئي راتيون ڪاميابي سان ڪري ڏيکاريو ويو هو. درياڻيءَ جا ٻيا مشهور ناٽڪ جيڪي هن ناٽڪ منڊلي پيش ڪيا سي هئا: غلط فهمي، عجيب انصاف ۽ ديش صدقي. اهڙي ريت هن ڪلب خانچند درياڻي جا ٻيا جيڪي اصلوڪا ناٽڪ پيش ڪيا سي هئا: رتنا، ٻليدان، زماني جي لهر مايا جو انڌ، بک جو شڪار ۽ امانت ۾ خيانت. هن ڪلب جو ٻيون معروف ناٽڪ نويس منگهارام ملڪاڻي هو، جنهن جا مشهور ريل وڏا ناٽڪ چار هئا جهڙوڪ: قسمت، ايڪتا جو آلاپ، ڪن جي خطا ۽ انارڪلي. ان ڪان سواءِ ساڳئي ليکڪ جا ٻه ننڍا ناٽڪ اولاد ۽ ليڊيز ڪلب به هن منڊليءَ پيش ڪيا هئا. هن منڊليءَ لاءِ لعلچند امرڏنومل پڻ ’عمر مارئي‘ ناٽڪ لکيو جيڪو 1925ع ۾ ڏه ٻارهن راتيون ڏيکاريو ويو هو. ساڳيو ناٽڪ وري 1929ع ۾ آل انڊيا خواتين ڪانفرنس جي موقعي تي ’ٿياسافيڪل هال‘ ڪراچي ۾ پيش ٿيو، جنهن ۾ موسيقي جو هدايتڪار، برک سنگيت جو ماهر احمد غلام علي چاڳلا هو. ساڳيءَ ريت لعلچند امرڏنو مل جو به ٻيون قلمي ڪاوشون، سسئي پنهون ۽ سهڻي ميهار ناٽڪ به هن ڪلب پيش ڪيا هئا. ان ڪان سواءِ هن ڪلب لاءِ احمد غلام علي چاڳلا ’خوني‘ ۽ آغا غلام نبي ’دنيا دورنگي‘ ناٽڪ لکيا هئا.

هن ڊرئيميٽڪ ڪلب جا مشهور هدايتڪار ڏيئلمل لعلواڻي وڪيل، هيرانند پوچراج آڏواڻي ۽ منگهارام ملڪاڻي، اسٽيج جو ماهر خانچند درياڻي سنگيتڪار وليرام آئلمل وڪيل، پڳوان رامچنداڻي، چنديرام جيرامداس ۽ احمد غلام علي چاڳلا هئا. اداڪارن ۾ هي پهرين ڊراما ڪلب هئي جنهن ۾ سنڌي ڇوڪريون به ناٽڪن ۾ رول ادا ڪنديون هيون، جن جا نالا هئا: ڪماري نئن ميرچنداڻي، ڪماري پدمي اچلسنگ، وملا واسواڻي، تيرٿ، هري ۽ گوپي سپاهيملاڻي (ٿييئ پينرون) مئنارامچند، موهني گل، ليلا گنگارام، وديا مکي ۽ پدما مکي. جڏهن ته ڪلب جا مکيه اداڪار هئا منگهارام ملڪاڻي، ڏيئلمل لعلواڻي وڪيل، ڪشو پاوناڻي همايون بيگ (مرزا قليچ بيگ جو فرزند) ولي رام آئلمل وڪيل، پڳوان رامچنداڻي، چندن ميرچنداڻي، سهجو واڌواڻي، عالم گدواڻي، گاگن مورجاڻي، رام هيرا، خانچند درياڻي، روپچند ڪرپالاڻي، چيتمل ليلارامسنگ، قيمت واسواڻي، جهمٽ پاوناڻي، وليرام گلراجاڻي، مولچند لعلواني، منگل رامچنداڻي، هيرو ميرچنداڻي، گنگارام قيمتراءِ، رامچند واسواڻي وڪيل، ڀُڏو آڏواڻي، ديال ڪرپالاڻي، نارائڻ شوڏاساڻي، آتولعلواڻي، ڏرمداس ماڻڪ، فتحچند بجاسنگ، گوپ ڪملاڻي (مشهور انڊين فلمي مسخرو)، هيرانند پوچراج آڏواڻي، پون گدواڻي، موتي جڳتياڻي، چتر اُتمسنگ ۽ عزيز.

## 4. سنڌ سوشل لٽرري ڊرئميٽڪ ڪلب، حيدرآباد:

1922ع ڌاري هندو اڪيڊمي پاران برپا ٿيل هن ڊرئميٽڪ سوسائٽيءَ پنهنجي ساليانی جلسي واري موقعي تي هڪ مشهور ڊرامو پيش ڪيو، جنهن جي آمدني ڪي ائڪيڊمي جي ترقي تي خرچ ڪيو ويو. بعد ۾ ڪجهه عرصي تائين هيءَ سوسائٽي هر سال ناٽڪ پيش ڪندي رهي.

## 5. هندو ائڪيڊمي ڊرئميٽڪ سوسائٽي ڪراچي:

1926ع ۾ هي ڊرميٽڪ سوسائٽي ڪراچيءَ جي ’پيرومل ٺاڪرداس ڪنياشالا‘ جي منتظمين طرفان قائم ڪئي ويئي هئي. هن ناٽڪ منڊليءَ طرفان پوءِ وقت به وقت مشهور ڊراما پيش ٿيندا رهندا هئا. فنڪارن ٺاهي هئي. هن ڪلب جي رچايل

ناٽڪن ۾ به مشهور ڊراما ’قاتل مسافر‘ ۽ ’سسئي پنهون‘ هئا. هن منڊليءَ جا مشهور ليکڪ ليلارام ماکيجاڻي ۽ منگلسنگ رامچنداڻي هئا.

## 8. شاهاڻي اسڪول ناٽڪ منڊلي، ڪراچي:

1927ع ڌاري شاهاڻي اسڪول طرفان قائم ٿيل هن ناٽڪ منڊلي اسڪول جي ساليانے جلسي ۾ ڏيتي ليتي جي موضوع تي پيرومل مهرچند جو لکيل ناٽڪ پنگتي ’مقدمو‘ پيش ڪيو، جنهن جو هدايتڪار منگهارام ملڪاڻي هو. هن ڊرامي ۾ چتر اُتمسنگ بهترين رول ادا ڪيو هو. اهڙي طرح 1935ع جي ساليانے جلسي ۾ منگهارام ملڪاڻي پنهنجو لکيل ناٽڪ ’ٽي پارٽي‘ پنهنجي هدايتڪاري هيٺ پيش ڪيو هو جنهن ۾ سيئي ڪردار ڇوڪرين ادا ڪيا هئا.

## 9. ديسي ناٽڪ ڪمپني، ڪراچي:

1929ع ۾ پنهنجي وقت جي مشهور اداڪار موهن لالاجي هن ناٽڪ منڊل جو پايو وڌو هو، جنهن سڀ کان پهرين خانچند درياڻي جو مشهور ناٽڪ ’عجيب انصاف‘ پيش ڪيو. هن ناٽڪ جو هدايتڪار منگهارام ملڪاڻي ۽ اداڪار هئا. ڪماري نئن ميرچنداڻي، ڀڳوان رامچنداڻي، گاگنداس مورجاڻي، رام هيرا، خانچند درياڻي، روپچند ڪرپالاڻي، ۽ منگهارام ملڪاڻي.

## 10. شنڪر ايميچوئرس ڊرئميٽڪ سنسٿا، سکر:

1930ع ۾ برپا ٿيل هن ڊرئميٽڪ سوسائٽيءَ جو سرپرست خوشي مولاڻي هو جيڪو پاڻ ئي هن منڊليءَ جو هدايتڪار به هو. هن ڊرئميٽڪ سنسٿا مشهور ليکڪن خانچند درياڻيءَ منگهارام ملڪاڻي، ليلارام ماکيجاڻيءَ جا مقبول ناٽڪ ’بک جو شڪار‘، ميلاپ‘ ۽ ’قاتل مسافر‘ پيش ڪيا هئا.

## 11. ٿلٿي ايميچوئرس سوسائٽي ڪراچي:

1930ع ۾ هيءَ ڊرئميٽڪ سوسائٽي ڪراچيءَ ۾ رهندڙ ٺٽيءَ جي نوجوانن قائم ڪئي، جنهن جو صدر ڊي پي ڪرمچنداڻي ۽ جنرل سيڪريٽري جي جي ڪرمچنداڻي هو. هونئن ته برپا ٿيڻ واري سال کان هر سال هي منڊلي ناٽڪ پيش ڪندي رهندي هئي، جيڪي ڏسندڙن کي وڻندا هئا، پر 1935ع ڌاري هن سوسائٽيءَ جو پيش ڪيل ناٽڪ 'بي بها موتي' بيحد مقبول ٿيو جنهن جو ليکڪ نانڪرام، ميرچنداڻي هو.

## 12. حيدرآباد ناٽڪ منڊلي، حيدرآباد:

1931ع ڌاري هي منڊلي ناٽڪ جي فن سان چاهه رکندڙ حيدرآباد سنڌ جي شهرين ٺاهي، جيڪا عام طور 'حيدرآباد ناٽڪ منڊلي' جي نالي سان مشهور ٿي. هن منڊليءَ تنهن وقت جي مشهور سنڌي شاعر ليکراج عزيز جا ناٽڪ جهڙوڪ: ڪمار اجيت سنگ، مسٽر مجنون، هارجيت ۽ غريبان مار رچايا هئا. هنن ڊرامن ۾ حصو وٺندڙ مکيه اداڪار هئا: مولچند ليلارام سنگ، آتو لعلواڻي، ۽ پُڏو آڏواڻي. هن منڊلي گهٽي عرصي کان پوءِ م. ع ڏيپلائي جا مشهور ناٽڪ نورجهان جو پٽ، سچائي موڙي ۽ ڪانگريس ۽ ايل. ايل ڏوڏيجا جو 'شادي جون پيڙيون' ناٽڪ اسٽيج تي پيش ڪيا هئا.

## 13. ايميچوئرس ڊرئميٽڪ سوسائٽي، ڪراچي:

1932ع ۾ هيءَ ناٽڪ منڊلي ٽيڪمداس واڌومل ۽ پرمانند واسواڻي جي سرپرستيءَ هيٺ برپا ٿي. هيءَ واحد سنڌي ناٽڪ منڊلي هئي جنهن سنڌ کان سواءِ بمبئي ۾ به سنڌي ڊراما پيش ڪيا هئا. 1933ع ۾ ڪرسمس جي موقعي تي هن سوسائٽي بمبئي ۾ 'مسٽر مجنون' ڊرامو پيش ڪيو جنهن ۾ مولچند لعلواڻي، نارائڻ شوداساڻي، قيمت شهاڻي، پرتاب سپاهيملاڻي، آتو لعلواڻي، سهجو لعلواڻي، گوپ ڪملاڻي، تيرٿ واڌواڻي، ۽ ڪشوءَ اداڪاري جا خوب جوهر ڏيکاريا هئا.

## 14. ڪاليج اسٽوڊنٽ ڊرئميٽڪ ڪلب، حيدرآباد:

1932ع ڌاري هيءَ ڊرئيمٽڪ ڪلب حيدرآباد سنڌ جي ڪاليجي شاگردن قائم ڪئي. جيڪا پوءِ حيدرآباد ڪاليج ناٽڪ منڊلي جي نالي سان مشهور ٿي. هن منڊليءَ طرفان اُڌو جهانگياڻي (مشهور فلمي اداڪار اُديه ڪمار) جا لکيل ڪيترائي ناٽڪ پيش ٿيا، جن ۾ مشهور ناٽڪ هئا: قرباني، واندو وڪيل، انصاف، انڌيري دنيا، ڪاليج، جهانگير، پروفيسر، اميد، سچي، ديوداس، ۽ اڄ ڪله اهڙي ريت هن ڪلب جو ’افلاطون‘ ۽ ايچ. سي. بيل جو ’آڌي جو انصاف‘ ناٽڪ به پيش ڪيو هو. هن ڪلب جا هدايتڪار اُڌو جهانگياڻي ۽ ايچ. سي. بلي هئا. جڏهن ته مشهور اداڪار هئا اُڌو جهانگياڻي، اتو لعلواڻي پڊو آڏواڻي ۽ ايچ. سي. بلي.

## 15. ڪاليداس ڊرئميٽڪ آرٽسٽس ائسوسيئيشن، ڪراچي:

1934ع ۾ هيءَ ڊرئميٽڪ ائسوسيئيشن چيٽانند ناگراڻي ۽ جي. اي. رام رکياڻيءَ جي ڪوشش سان قائم ٿي. ائسوسيئيشن جي افتتاحي تقريب تي هن ناٽڪ منڊليءَ شڪنتلا ۽ گامٹو ايڊيٽر ڊراما پيش ڪيا هئا.

## 16. ڪاليج اسٽوڊنٽس ڊرئميٽڪ ڪلب، ڪراچي:

1936ع ۾ جڳو آڏواڻي (بمبئي جو فلم ڊائريڪٽر) جي سرپرستي هيٺ ڪراچي جي ڪاليجي شاگردن هيءَ ڊرئميٽڪ ڪلب ٺاهي هئي. هن منڊلي لاءِ جڳو آڏواڻي پهريون ڊرامو ’افلاطون‘ لکيو هو، جنهن جا هدايتڪار جڳو آڏواڻي ۽ منگهارام ملڪاڻي هئا ۽ ان ۾ حصو وٺندڙ اداڪار هئا: جڳو آڏواڻي، خانومنسکاڻي، منگل رامچنداڻي، ڪشنو جڳتياڻي ۽ لکي ملڪاڻي.

## 17. يونائيٽڊ آرٽسٽس ڊرئميٽڪ سوسائٽي، حيدرآباد:

1937ع ڌاري نئشنل ڪاليج حيدرآباد جي اسٽيج تي هن ڊرئميٽڪ سوسائٽيءَ پنهنجي افتتاحي تقريب ۾ منگهارام ملڪاڻيءَ جو مشهور ناٽڪ ’انار ڪلي‘ ڪري ڏيکاريو. هن ناٽڪ جا هدايتڪار هئا، مولچند لعلواڻي ۽ گاگنمل مورجاڻي

۽ رول ادا ڪندڙ ڇوڪريون هيون گوپي ملڪاڻي، ڪماري چندر منسڪاڻي ۽ چندني آڏواڻي.

## 18.اسڪول ناٽڪ منڊلي، ميرپورخاص:

1939ع ڌاري ميرپورخاص مدرسي ۾ هي ناٽڪ منڊلي قائم ٿي، جنهن سڀ کان پهرين محمد اسماعيل عرساڻي جو مشهور ناٽڪ 'بدنصيب ٿري' پيش ڪيو. هي ڊرامو تعليم پکيڙيو واري تحريڪ جي روشني ۾ لکيل هو. هن ناٽڪ ۾ ٿري زندگيءَ جو چٽ مڪاني تلفظ ۽ مهاوري ۾ چٽيل هو.

## 19. ساهتي ڊرئميٽڪ سوسائٽي، نوشهرو فيروز:

1940ع ڌاري عثمان انصاري جڏهن ساهتي هاءِ اسڪول جو هيڊ ماستر هو، تڏهن سندس سرپرستي هيٺ هي ڊرئميٽڪ سوسائٽي قائم ٿي. هن سوسائٽيءَ انصاري صاحب جا ترجمو ڪيل شيڪسپيئر جا ٻه ڊراما 'جرم بي وفا' ۽ 'گمراهه دوست' اسٽيج تي پيش ڪيا هئا جن ۾ حصو وٺندڙ اداڪار اسڪول جا شاگرد هئا.

## 20. ڊي.جي. ڪاليج سنڌي سرڪل ڪراچي:

1941ع ۾ ڊي- جي ڪاليج ڪراچي جي سنڌي استادن ۽ شاگردن جي قائم ڪيل سنڌي سرڪل هن ڊرئميٽڪ سوسائٽي جو پايو وڌو. هن سرڪل ۾ خاص طرح سوڀو گيان چنداڻي، شيخ اياز، ارجن شاد، عبدالرزاق ۽ رام پنجواڻي سرگرم حصو وٺندا هئا. هن سرڪل طرفان ٻين ادبي سرگرمين کان سواءِ سنڌي ڊراما به اسٽيج ڪيا ويندا هئا. هن سرڪل رام پنجواڻي جا ٻه مشهور لوڪ ناٽڪ 'مومل راڻو' ۽ 'پکي ۾ پدمڻي' پيش ڪيا هئا جن ۾ حصو اڪثر ڪري ڪاليج جي شاگردياڻين ورتو هو. جن شاگردياڻين رول ادا ڪيا تن جا نالا هئا: ڪملا ڪرپالاڻي، مئنا

واسواڻي، رڪي آڏواڻي، مورتي شهاڻي، موهني گدواڻي، مئنا منگهارام ملڪاڻي ۽ ڪملا وليرام ٿڌاڻي.

## 21. ڊي جي. ڪاليج سرسوتي منڊلي، ڪراچي:

1942ع ڌاري پروفيسر رام پنجواڻي، ڇيٺانند ناگراڻي ۽ سندس سؤٽ ڪشنچند ناگراڻي جي سرجوشي سان ڊي. جي سنڌ ڪاليج جي شاگردن ۽ استادن سرسوتي گروپ قائم ڪيو هو. هن گروپ طرفان ڇيٺانند ناگراڻي جا گامٹو سلسلي وارا مزاحيه ڊراما، گامٹو ايڊيٹر، گامٹو بئريسٽر ، گامٹو ڊاڪٽر، گامٹو فلم ڪمپني، گامٹو ايم. ايل. اي، گامٹو گهوٽ وغيره پيش ڪيا ويا، جيڪي ليڪڪ پاڻ رام پنجواڻي جي سهڪار سان اسٽيج تي پيش ڪندو هو ۽ انهن ڊرامن جا خاص اداڪار به ڇيٺانند ناگراڻي ۽ رام پنجواڻي هوندا هئا.

# 7

# سنڌي ناٽڪ جو ٽيون دور

هن دؤر ۾ شروعات جيئن ته ننڍي کنڊ جي ورهاڱي سان ٿي هئي، سو 1947ع سال جي پڄاڻي کان سنڌي ادب ۽ فن جي ميدان ۾ هوندئن ته ڪيترائي مسئلا پيدا ٿيا هئا پر هن ڏس ۾ عام طور ائين پئي پاتئيو ويو ته اسٽيج ڊرامو به ڇڙڪ اهي هندو ناٽڪ ڪار پاڻ سان کڻي ويندا. اهو انهي ڪري جو تنهن وقت جيڪي ناٽڪ منڊليون ٺيون هيون تن جا ڪرتا ڌرتا هندو اديب ۽ فنڪار ئي هوندا هئا.
اهڙي حالت ۾ هتي سنڌ ۾ مسلمان سنڌي اديب توڙي فنڪار همت هاري نه ويٺا ۽ فن جي ٻين شعبن جيان اسٽيج ڊرامي جي ميدان ۾ به پاڻ پتوڙڻ لڳا. هنن نئين نسل کي اسٽيج جي فن ڏانهن متوجه ڪيو. سنڌي اخبارن، رسالن ۽ منعقد ٿيندڙ ادبي ڪانفرنسن ۾ مقالا پڙهي، سنڌي ناٽڪ کي نئين سر ترقي ڏيارڻ لاءِ نوجوان اديبن ۽ فنڪارن ۾ نئون روح ڦوڪيو ويو. ساڳئي وقت جا ماهر تعليم دان گهڻو ڪوشان رهيا، ڇاڪاڻ ته ماضي ۾ سنڌي اسٽيج ڊرامي ۾ اهي مسلمان سنڌي تعليمدان پنهنجو هڪ خاص مقام رکيو آيا. سندن ڪوشش سان سنڌي ڊرامي جي تاريخ وري دهرائجڻ لڳي، سو اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ نئين سر ناٽڪ منڊليون ٺهيون ۽ گڏوگڏ سنڌي ادبي سوسائٽين جي اتساهه سان خانگي ڊرئميٽڪ سوسائٽيون به قائم ڪيون ويون.
هوڏانهن ڀارت ۾ به هتان لڏي ويل سنڌي هندن جي ڪوشش سان بمبئي ۽ دهلي ۽ پوءِ جتي جتي سنڌي هندو گهڻائي ۾ وڃي آباد ٿيا، اتي سنڌي ناٽڪن پيش ڪرڻ جو سلسلو جاري ٿي ويو. جئه هند ڪاليج بمبئي ۾ پروفيسر رام پنجواڻي جي سرپرستي هيٺ شاه جي آڪاڻين تي ٻڌل ڪي ناٽڪ پيش ٿيا. ۽ سنڌي ساهتيه منڊل (بمبئ) اڌ ڊزن کان مٿي ايڪانڪي سميلن، سيمينارن ۽ وڏن ڏينهن ملهائڻ جي موقعن تي پيش انهن سپني ۾ م .ع ڏيپلائي جو'شاهدي، ڪافي ڪامياب رهيو(1) ان ڪانسواءِ هندو اديبن سنڌ ۽ سنڌي ادب سان اهڙيءَ ته لَنءُ لڳائي، جو لڏي وڃڻ بعد هنن اتي هندستان ۾ به ساڳي چاهت سان قلمي پورهيو ڪيو، جنهن ڪري ڪهاڻين ۽

ناولن ڪانسواءِ ڊرامن جي ميدان ۾ به خاطر ترقي ٿي (2) پارت ۾ سنڌي ناٽڪن کي ترقي جي دؤر ۾ آڻڻ ۽ نون فنڪارن ۾ جذبي اڀارڻ ۽ سجاڳي آڻڻ ۾ منگھارام ملڪاڻي، رام پنجواڻِي، جيٺانند ناگراڻي، جيون گرسھاڻي ۽ گوبند مالھي جو وڏو هٿ رهيو .(3)
هتي سنڌ ۾ وري صد آفرين ٿي ڏجي انهن بزرگن پروفيسرن ۽ استادن کي، جيڪي ساڳئي ئي عزم سان سنڌي اسٽيج ڊرامي جي واڌاري لاءِ نوجوان نسل ۾ جذبو پيدا ڪندا رهيا. انهن بزرگن ۾ پروفيسر لطف الله بدوي ، پروفيسر اڪرم انصاري ۽ پروفيسر عبدالعلي قلباڻي، پروفيسر مير محمد پيو سرفهرست آهن، جن جي ڪوشش سان پنهنجن پنهنجن تعليمي ادارن ۾ ڊرئيميٽڪ سوسائيٽيون برپا ٿيون. اهڙي ريت سنڌ توڙي هند ۾ سنڌي ناٽڪ پيش ڪرڻ لاءِ پهرئين ۽ ٻئين دور جيان ٽئين دور ۾ به انيڪ ناٽڪ منڊليون ٺهيون جن جو تاريخوار تفصيل هيٺ ڏجاڻائجي ٿو:-

# ناٽڪ منڊليون

## 1- سنڌي ناٽڪ ساهيته منڊل، بمبئي:

1948ع ڌاري هيءَ ناٽڪ منڊلي بمبئي ۾ برپا ٿي، جنهن جو پايو رکندڙ منگھارام ملڪاڻي. گوبند مالھي، بهاري لعل ڇاٻڙيا ۽ گل آسناڻِي هئا. هن جا مکيه ليکڪ گوبند مالھي ، جيون گرسھاڻِي، سنڌي اتم چنداڻي ۽ ڪرشن راهي، هئا ۽ هدايتڪار منگھارام ملڪاڻي مدن جماڻي، جيون گرسھاڻي ۽ گوبند مالھي هئا. هن منڊلي جا رچيل مشهور ناٽڪ ڪفن، املھ ماڻڪن جو واپار، حقن جو رکپال نيلام ، شاهدي ۽ گامڻو اسٽوڊنٽ هئا. هنن اٽڪن ۾ حصو وٺندڙ اداڪار هئا: ڪملا پاڳناڻي، ڪيرت مهرچنداڻي، سندري اتمچنداڻي، مدن جماڻي، جگديش شهداديوري، جسونت ڪمار، چندر ساوناڻي، رام گيانچنداڻِي ، ايشور ناواڻي، سريش پاڳيا ۽ ويريندر وسواڻي.

## 2- ٽريننگ ڪاليج فارمين ڊرئميٽڪ سوسائٽي، حيدرآباد:

1950ع کان هن سوسائٽي سنڌي ناٽڪن کي اسٽيج تي پيش ڪرڻ واري روايت کي جاري رکندي سال به سال بهترين ناٽڪ رچايا، جن ۾ 1950ع واري سالياني جلسي ۾ پيش ٿيندڙ ڊرامو آزادي ڏانهن........ تمام گهڻو ڪامياب رهيو. هن ڊرامي ۾ انسان جي حقيقي آزادي جو خيال تمام سهڻي نموني چٽيل هو. هن ناٽڪ جو ليکڪ محمد ابراهيم جويو هو ۽ پارٽ ادا ڪندڙ ڪاليج جا شاگرد هئا.

## 3- سنڌي ساهتيه سڀا، دهلي:

1950ع ۾ برپا ٿيندڙ هن ناٽڪ منڊلي جو روح روان ڊاڪٽر هرومل سدارنگاڻي هو. دهلي ڪاليج جي هيءَ سوسائٽي علمي جذبي تحت استادن ۽ شاگردن جي ڪوششن سان ٺهي ۽ لائبريري ۾ سنڌي سيڪشن کولڻ لاءِ وجود ۾ آئي هئي. هن ناٽڪ منڊلي جا مشهور ليکڪ جيون گرسهاڻي، هيمراج ناگواڻي ۽ سگهومل هئا ۽ هدايتڪار جيون گرسهاڻي هو. هن منڊلي جا مشهور اداڪار هئا: شيام گيانچنداڻي، درگو اچتاڻي، ايشور ڀاٽيا، هيمراج ناگواڻي، ارجن ٻجلاڻي، پيتو ناگواڻي، نامو نوتاڻي، گل هگوراڻي، گوپي جڳتياڻي، وشني ماڪيجاڻي، ڀاڳ چاولا، ڀاڳ ٻناڻي، اُتم ٻيلاڻي ۽ لڇمڻ ڀاٽيا.

## 4- سنڌو ڪلاڪيندر، دهلي:

1950ع ۾ ڪان موتيهار ۽ ساٿين جي سرپرستي هيٺ هي ڪلاڪيندر قائم ٿيو. شروعات ۾ هي ڪلاڪيندر صرف سنگيت پروگرام پيش ڪندو هو. شروعاتي سال 1950ع ۾ هن منڊلي اسٽيج تي هڪ دوگانو ’پيارا مون کي موٽر جو سئر ڪراءِ پيش ڪيو هو. ان بعد 1951ع‘ ۾ مان پيڪي هلي ويندي سانءِ.......‘ ۽ 1956ع ۽ 1957ع ۾ ’راءِ ڏياچ ۽ عمر مارئي جا منظر پيش ڪيا، جيڪي راءِ پنجواڻيءَ جا لکيل هئا. اهڙي ريت 1967ع ۾ گيتن ڀري ڪهاڻي ’سرسامونڊي‘ پيش ڪيو هو. ان کان سواءِ هيءَ منڊلي سال به سال مشهور دوگانا جهڙوڪ، جوءِ جو غلام، مرچو ماءُ، ٻڍي مائي وغيره پيش ڪندي رهي هئي. هن ڪلاڪيندر لڇمڻ ڀاٽيا جا به سنگت ناٽڪ، سر سورٺ ۽ مومل راڻو به پيش ڪيا، جن جا هدايتڪار ڪان موتيهار ۽ جيون گرسهاڻي هئا؛ جڏهن ته اداڪار

هئا: موهن چندر شهاڻي، گل مٽريجا، ڪماري شوپنا رام رڪياڻي مايا مسنک، لڇمڻ پاٽيا، منجو باگرو، آتم تلريجا، گهنشيام آسواڻي ڪماري شيلا ڪرپالاڻي ۽ سرلا بچاڻي.

## 5- گربي ناٽڪ منڊل، احمد آباد:

1951ع ۾ هن ناٽڪ منڊل جو پايو شري مرچومل ۽ چئنلال گڏجي وڌو. هن منڊل جا مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار شري مرچومل، لڇمڻ جسوجا ۽ ڀڳوان شرما هئا، جن جي سرپرستي هيٺ جيڪي مشهور ڊرمي، عشقيه ۽ سماجي ناٽڪ پيش ٿيا سي هئا: مهاراجا هريشچندر، ليليٰ مجنون روپ بسنت، هنن ناٽڪن جا مشهور اداڪار هئا: ٽڌل پياسي، ٽوپڊاس، چئنلال، ڀڳوان شرما، لڇمڻ جسوجا ۽ هري مستانا.

## 6- سنڌو ساهتيه سڀا، جئپور:

1952ع ڌاري جئه ڪرشن شرما، سندر اگناڻي ۽ سوپراج آسومل هن ناٽڪ منڊلي جو پايو وڌو. جنهن جو بعد ۾ لڇمڻ ڀمڀاڻي بانيڪار رهيو. هن منڊل طرفان پيش ٿيل ناٽڪن ۾ نيلام، مڪان خالي آهي، اشتهاري شادي وغيره بيحد ڪامياب رهيا هئا. هن منڊل جا مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار جيون گرسهاڻي ۽ سندر اگناڻي هئا، جڏهن ته ٽيڪم ڀاوناڻي ۽ سريش ڀاڳيا مشهور اداڪار هئا.

## 7- جئه هند ڪاليج سنڌي سرڪل، بمبئي

1952ع کان قائم ٿيل هن سرڪل جو بانيڪار پروفيسر رام پنجواڻي هو. جنهن پنهنجا مشهور سنڌي ناٽڪ مومل راڻو، پکي ۾ پدمڻي (عمر مارئي) راءِ ڏياچ، نوري ڄام تماچي وغيره پيش ڪيا. ان کان سواءِ هن سرڪل انٽرڪاليجئيٽ ناٽڪ چٽاپيٽين ۾ شل چور اچن، مائٽي، چڪر وغيره ناٽڪ به پيش ڪيا. هن ۾ حصو وٺندڙ مشهور اداڪار نرملا ميرچنداڻي ۽ موهن بيلاڻي هئا.

## 8- سنڌي نو جيون سڀا، دهلي:

1953ع ۾ برپا ٿيندڙ هن ناٽڪ منڊلي جا باني‌ڪار هوند راج سڪايل، هري نارائڻ سبناڻي، موتي لال جوتواڻي ۽ ڪي. ايس ٻالاڻي هئا. هن سڀا جا ليکڪ هوندراج سڪايل ۽ موتي لال جوتواڻي هئا، جڏهن ته هدايتڪار ڀڳوان رامناڻي ۽ هوندراج سڪايل هئا. نئون زمانو، هار يا جيت، ليلا چنيسر ۽ ٿي گهوٽ هن سڀا جا مشهور ناٽڪ آهن جن ۾ حصو وٺندڙ اداڪار هئا: ڪماري نانڪي، آوتراماڻي، ڀڳوان رامناڻي، جيرام ڀڳواناڻي، ڪي. ايس ٻالاڻي، ڪشن ٻالاڻي ۽ پرڀو پارداساڻي.

## 9- سنڌو ناٽڪ منڊل، الهاس نگر، بمبئي:

1953ع ۾ هن ناٽڪ منڊل جو بنياد هرولعل ستايل رکيو، جيڪو هن منڊل جو مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار پڻ هو. هن منڊل جا پيش ڪيل مشهور ناٽڪ هئا: آپگهات، وير حقيقتراءِ، باغي جوان، راجا ڏاهرسين، فئشن جي پتلي، وير هيمون ڪالاڻي، چريو نٿو، ڪنجوس ڦتو ۽ گهُرجي مسواڙي، هنن ناٽڪن ۾ جن اداڪارن حصو ورتو سي هئا: امبرت واسواڻي، اوتار گرناسنگهاڻي، رمڻ لعل راجپال ۽ جئديو تنواڻي.

## 10- سنڌي پئنچات، پٽيل نگر، دهلي:

1954ع ڏاري روپچند موٽواڻي، خوشي هزاري ۽ پرڀو وفا جي گڏيل محنتن سان هيءَ ناٽڪ منڊلي برپا ٿي هي. هن منڊلي جا اسٽيج تي پيش ڪيل مشهور ناٽڪ جيون گرسهاڻي جو ”ڪاڪو ڀلاڻي وارو“ ۽ چيتانند ناگراڻي جو ”گامٽو اسٽوڊنٽ“ هئا، جن ۾ حصو وٺندڙ مشهور اداڪار: دهلي جي پهرين جرئت واري ڇوڪري ڪماري جسي هنگوراڻي، شيام گيانچنداڻي ۽ لڇمڻ ڀاٽيا هئا.

## 11. ڪلاڪار منڊل، ڀوپال:

1954ع ۾ هيءُ ناٽڪ منڊل خاني صاحب جي رهنمائي هيٺ قائم ٿيو هو. هن منڊل جا پيش ڪيل مشهور ناٽڪ رام بنواس ۽ وطن جي ياد آهن. هنن ناٽڪن ۾ حصو وٺندڙ ادڪار هئا: نپيداس جڳواڻي، مرليڌر بلواڻي ۽ پرڪاش ماکيجا.

## 12- سنڌو ساهتيه منڊل، آگرو:

1954ع ڌاري هن ناٽڪ منڊل جو پايو رگهو نندن پر ساد وڏو هو . هن منڊل اڪثر طور سنڌي قومي ۽ تاريخي ناٽڪ پيش ڪيا، جن جا مکيه ليکڪ هدايتڪار چيتن ديو ورما ، واڌو رام شرما ۽ رگهو نندن پرساد هئا. هن جا پيش ڪيل مشهور ناٽڪ ساهيته جو اثر ، والميڪ، مهاراجا ڏاهرسين، گدو مل جي نياڻي جو پليدان، سنڌي تلوار، نقلي ڊاڪٽر ۽ ڪنارو ڪٿي آهي،ليکيا وڃن ٿا. موهن لعل ناگديو هن ناٽڪ منڊل جو مشهو ر اداڪار هو.

## 13- اتحاد آرٽ ڪلب، حيدرآباد:

1955ع ۾ هيءَ ڊرئميٽڪ ڪلب کوکر محلي حيدرآباد نوجوان فنڪارن جي سر جوشيءَ سان قائم ٿي، جنهن طرفان سپ ڪان پهرين ميٺارام هال ۾ 'سسئي پنهون' ناٽڪ پيش ڪيو ويو هو. هن ناٽڪ جو ليکڪ نور احمد نور هو ۽ گيت جي ايم. فقير لکيا هئا. هن ڊرامي جي پس پرده موسيقي سنڌ جي نامياري گويي استاد گامڻ خان جي پوٽي ۽استاد ببيي خان جي پٽ ماسٽر نياز حسين ڏني هئي. هن ناٽڪ جو هدايتڪار باقي پرويز ۽ اداڪار هئا: ساران، خير محمد پشوري، لال محمد پشوري، غلام محمد پشوري، سومر لاکو، استاد پنهون، اعظم دائود پوٽو ۽ ڪامران پٺي. هن ڪلب طرفان پيش ڪيل ٻيو مشهور سنڌي ڊرامو 'انسانيت' هو جنهن جا ليکڪ، شاعر ۽ هدايتڪار ساڳيا هئا، جڏهن ته اداڪار هئا: غلام حسين کوکر، غلام محمد پلپلي، ڪامران پٺي، لال محمد پشوري، غلام محمد پشوري، خير محمد پشوري، غلام حيدر قمبراڻي ۽ قربان جيلاني. هي ساڳيو ڊرامو هن ڊرئمٽڪ ڪلب حيدرآباد شهر جي لڳ هوسڙي ۾ پڻ اسٽيج تي پيش ڪيو ويو هو جتي نون اداڪارن ۾ عبدالرحمان ميمڻ، محمد يوسف پنهور ۽ محمد رمضان شامل هئا. اتي هن ناٽڪ ڪار علي آحمد ٿيبو هو ۽ پس پرده مشهور سنڌي ڳائڻي محمد يوسف پيش ڪيا هئا.

## 14. ڪوهِ نور ڊرئميٽڪ ڪلب، حيدرآباد:

1956ع ۾ برپا ٿيندڙ هن ڊرئميٽڪ ڪلب جو باني ستار نوحاڻي هو، جنهن جي نگراني هيٺ مشهور ڊراما 'مومل راڻو' ۽ 'درد دل' رچايا ويا هئا. هنن ناٽڪن

جا ليکڪ ۽ هدايتڪار غلام حيدر صديقي، محمد رحيم غزنوي، جي. ايم فقير ۽ اداڪار هئا: ستار نوحاڻي، محمد رحيم غزنوي، جي. ايم فقير، قربان جيلاني، لال بخش، ايم بچل منو ، ايوب سرحدي، محمد شاهه، قاسم فاني، مشتاق چنگيزي ۽ غلام حيدر صديقي.

## 15- سنڌو سماج دهلي:

1956ع ۾ هي ناٽڪ منڊل برپا ٿيو، جنهن جو بانيڪار گورڌن پارتي هو. هن جا مکيه ليکڪ گوبند مالهي ۽ جيون گرسهاڻي هئا، جڏهن ته هدايتڪار جيونم گرسهاڻي ۽ گوبند ناٿاڻي هئا. هن منڊلي جا پيش ڪيل مشهور ناٽڪ گامڻو ڊاڪٽر، گامڻو گهوٽ عرف بابو جي، بگڙيل گهر، ورثي جي ورهاست ۽ نيلام هئا، جن ۾ حصو وٺندر اداڪار هئا: ڪماري نانڪي آوتراماڻي، ڪماري ڪميا، رائسنگهاڻي، هريڪاٽ جيٺواڻي، هيمراج ناگواڻي، شنڪر لال گوالاڻي، ڪماري پشپا گرسهاڻي، شيام گيانچنداڻِي، سرلاجئسنگهاڻي، نچي وٽجاڻي، درگو اچناڻي، لڇمڻ پاٺيا ڪومل، مينڪاراءِ، نرملا موٺواڻي، پيتو ناگواڻي، پڌو آڏواڻي.

## 16- مهراڻ آرٽ سرڪل، حيدرآباد:

1957ع ۾ هن ڊرئميٽڪ سرڪل جو پايو ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي اديبن ۽ فنڪارن جي ڪوشش سان رکيو ويو هو. هن ڊرئميٽڪ سرڪل طرفان سنڌ يونيورسٽي، ايلسا قاضي اولڊ ڪيمپس جي اسٽيج تي پهريون ناٽڪ (ٽئبلو) ’ليلا چنيسر‘ پيش ڪيو ويو . جنهن جو ليکڪ ۽ هدايتڪار سيد منظور نقوي هو، ۽ اداڪار هئا: روبينه ،زرينه بلوچ، سيما، سيد صالح محمد شاهه ۽ غلام حيدر صديقي، هي ساڳيو ڊرامو پيهر سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ جي گولڊن جوبلي واري جلسي ۾ پڻ پيش ڪيو ويو هو. هن سرڪل جو پيش ڪيل ٻيو ناٽڪ ’خوني‘ هو جيڪو 1934ع ڌاري لکيو ويو هو. هي شهره آفاق ڊرامو ليکڪ جي ننڍي ڀاءُ علي محمد چاڳلا (تنهن وقت جو ريجنل ڊاريڪٽر ريڊيو پاڪستان حيدرآباد) جي نگرانيءَ هيٺ گورنمينٽ ڪاليج ڦليلي، حيدرآباد جي آڊيٽوريم ۾ اسٽيج ڪيو ويو هو. هن ڊرامي جا اداڪار ريڊيو جا صداڪار هئا جن جا نالا هئا: نسيم مغل، محمد بخش انصاري، مصطفيٰ

قريشي، سيد صالح محمد شاه، عبدالڪريم بلوچ، عبدالحق ابڙو ۽ ڪامران پٺي.

## 17- وديارٿي ناٽڪ منڊل، احمد آباد:

1957ع ۾ برپا ٿيندڙ هن ناٽڪ منڊل جو سرپرست منوهر نهالاڻي هو. هن منڊل جو مکيه ليکڪ منوهر نهالاڻي ۽ هدايتڪار لکي، چوئٿراڻي هو. هنن پنهي جي ڪوشش سان به مشهور ناٽڪ 'نئون سنسار' ۽ ' مسٽر زيد' اسٽيج تي پيش ڪيا ويا، جن ۾ حصو وٺندڙ اداڪار هئا: رام موهناڻي، آسن وسياڻي، نانڪ گناڻِي، دوارڪو پاڻِيا، لکي چوئٿراڻِي ۽ خوبو.

## 18-سنڌو سنگت، دهلي:

1957ع ۾ قائم ٿيل هن ڊرئميٽڪ سوسائٽيءَ جا روح روان اتان جا نوان لڏي آيل سنڌي رهواسي هئا، جن پنهنجي سنڌي ثقافت کي زنده رکڻ لاءِ سنڌي ناٽڪ جو اتي بنياد رکيو. هن سوسائٽي جا مکيه ليکڪ واسو ناواڻي ۽ ليکراج هنس ۽ هدايتڪار ناري پوچواڻي هو. هن جا پيش ڪيل ناٽڪ بمبئي ريسٽورينٽ، زماني جي هوا، ۽ بک جا چڪ هئا، جن ۾ حصو وٺندڙ اداڪار گهڻو ڪري ڪاليج ۽ اسڪول جاشاگرد هئا.

## 19- ڪلاڪار منڊل، بمبئي:

1958ع ۾ هي ڪلاڪار منڊل گوبند مالهيءَ جي سرپرستيءَ هيٺ هلڻ شروع ٿيو. هن منڊل جو مکيه ليکڪ گوبند مالهي هو، جنهن بعد ڪرشن راهي، ڪشور پهوجا ۽ چيتن سندراڻِيءَ به هن منڊل لاءِ ناٽڪ لکيا هئا. اهڙي ريت گوبند مالهي، ڪرشن راهي، سوپراج گيانچنداڻي ۽ آنند مٽائي هن منڊل جا مشهور هدايتڪار هئا. هن منڊل جا ڪامياب ناٽڪ گستاخي معاف نالو، ڏوهه ڪنهن جو؟، جهوءَ جي ڪناري، مهمان، انصاف، جنهن ڏئي ۾ تيل ناهي. ناٽڪ ۾ ناٽڪ، نمي ۽ گهوٽ ڪنوار راضي هئا. هنن ڊرامن جا مکيه اداڪار هئا: آنند مٽائي، رميش چاچاڻي، سوپراج مينگهاڻي، واشو چانگلاڻي، ايشور ناواڻي، امرچندنواڻي، داس طالب، راجن چاولا ۽ مدن جماڻي.

## 20-سنڌو سماج، لکنو:

1959ع ڌاري برپا ٿيل هن ناٽڪ منڊل جا روح روان خوشي مولواڻي. ٽي.ٽي واڌواڻي ۽ راڌا ڪشن عالم چنداڻي هئا. هن منڊل جا ليکڪ خوشي مولواڻي، سندر اگناڻي ۽ سريندر شاهه هئا، جڏهن ته هدايتڪار خوشي مولواڻي هو. هن منڊل جا پيش ڪيل مشهور ناٽڪ هئا: طلاق، فائيل گم، شل موت اچي، چور چور، چڪر پروموشن جو، مون کي پئسو کپي، وغيره، جن ۾ حصو وٺندڙ ڪلاڪار هئا: ريٽا، وجيه، گيتا، چندناڻي ۽ خوشي مولواڻي.

## 21- گورنمينٽ ڪاليج ڊرئميٽڪ سوسائٽي، حيدرآباد:

1960ع کان گورنمينٽ ڪاليج (ڦليلي) حيدرآباد ۾ سنڌي ڊرئميٽڪ سوسائٽي برپا ٿي ۽ اسٽيج تي پروفيسر مير محمد پيو جي نگراني هيٺ سنڌي ناٽڪ پيش ٿيڻ لڳا هئا. 1964ع ڌاري ساليانې ڊرامه فنڪشن ۾ ’ گل چنو گرنار جو‘ پيش ڪيو ويو. جيڪو پنهنجي وقت جو هڪ يادگار ٽيبلو ليکيو وڃي ٿو. هي ٽيبلو لکيو هو آغا سليم، صدابندي ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي ٿئي هئي. اسٽيج تي هدايتڪاري جا فرائض غلام محمد ملاڻو ڏنا هئا ۽ اداڪار ڪاليج جا شاگرد هئا.

## 22. سنڌو ڪلامندر، بمبئي:

1960ع ۾ هن ناٽڪ منڊليءَ جو بنياد سوپراج مينگهاڻي، موتي پرڪاش ۽ پڌو آڏواڻي رکيو. بعد ۾ مرليڌر آسواڻي ۽ بوني رتنپال هن جا بانيڪار ليکيا وڃن ٿا. هن جا مکيه ليکڪ گورڌن ڀارتي ۽ واسديو نرمل هئا، جڏهن ته هدايتڪارن ۾ سوپراج مينگهاڻي، سنيل آڏواڻي ۽ پرت ڪمار قابل ذڪر آهن. هن منڊلي جا پيش ڪيل مشهور ناٽڪ هئا: انڊر سيڪريٽري، ياد ڪندا، پاڙي واري، ٽي باندر، جوت جلي، رات جي راڻي، هيءَ يا هُوءُ، انيتا، شادي ته ڪر، گهر گُروءَ جو در، پل جو پتي، چورا اڳيان پوڙها پٺيان، ڪلجڳ ۽ يونگي، هن ناٽڪن ۾ پارٽ ادا ڪندڙ ڪلاڪار هئا: شرت پڳتياڻي، آشاهرگناڻي، سرلا جئسنگهاڻي، شيلا ساجناڻي، سنگيتا ڊنگرا، جيوتي ناواڻي، لتا منواڻي، صوپراج مينگهاڻي، گيتاراج، بوني رتنپال، پڌو آڏواڻي، هرڪشن پريمي لچو جسيواڻي، پرت ڪمار ڊنگرا، آنند آڏواڻي، لڇمڻ ساٽي، جسوت ڪمار، سنيل آڏواڻي، سريچند ماکيجا، واشو

چانگلاڻي، مدن جماڻي، امرچندناڻي، هيرو رامچنداڻي، انيل آڏواڻي، شردڪمار ڪلواڻي ۽ مهيندر پنجواڻي.

## 23- لوڪ يسر، بمبئي:

1960ع ۾ موهن چاٻڙيا ۽ هيرو چاولا جي سرپرستيءَ هيٺ قائم ٿيندڙ هن ناٽڪ منڊلي جي پيشڪش گهٽي قدر شڌبو پليز ۽ نرتيه ناٽڪ هئي. هن منڊلي جو مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار موهن چاٻڙيا هو. هن جا پيش ڪيل يادگار ناٽڪ هئا: هيمون ڪالاڻي، سنڌ جي هڪ رات، سرحد ٿي سڏڙا ڪري، مهاتما گانڌي، ساهڻ لهج سنيار، مرڪي مليا جي موت سان ۽ پڳٽ ڪنورام. هنن ناٽڪن ۾ حصو وٺندڙ اداڪار هئا: پونم برج موهن، شيلا پنجابي، امبرت واسواڻي، هيرو چاولا ۽ گورڌن شرما.

## 24- سنڌو پال ڪلاڪار منڊل، احمد آباد:

1960ع ۾ هي ناٽڪ منڊل سجاڳ شاگردن چيٺو لالواڻي، ڪشور نانڪاڻي، گهنشيام ڀاٽيا، سريچند راگهاڻي، پرتاب ڀاڳچنداڻي، ٽوپڊاس ۽ رميش ريجهواڻي جي گڏيل ڪوشش سان برپا ٿيو هو. هن منڊل جو مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار چيٺولالواڻي هو ۽ مٿي ڄاڻايل سڀئي شاگرد هن منڊل جي ناٽڪن ۾ اداڪاري ڪندا هئا. منڊل جا مشهور ناٽڪ قيدي نمبر 312، انسپيڪٽر، مگڻو وغيره هئا.

## 25- سنڌو ڪلاسنگم، دهلي:

1961ع ڌاري هن ناٽڪ منڊل کي رامچند گرسهاڻي ۽ هري آر. مٽراڻي برپا ڪيو. جنهن جا مکيه ليکڪ رام گيانچنداڻي، هريڪانت چيٺواڻي، جيون گرسهاڻي، واسديو نرمل، لڇمڻ ڀاٽيا، مينگهراج گرناڻي ليکراج هنس، هيمراج ناگواڻي هئا ۽ هدايتڪار هئا: ميول آهوجا، رام گيانچنداڻي، جيون گرسهاڻي ۽ هيمراج ناگواڻي، هن ناٽڪ منڊل جا پيش ڪيل مشهور ناٽڪ آخرجيت اسان جي، الجهن، مڪان خالي آهي، هي پياسو من منهنجو وغيره هئا جن ۾ پارٽ ادا ڪندڙ ڪلاڪار هئا: موهني وجيه، وملا ڀاٽيا، هري ميداڻي، ڊالي ناواڻي، صوپراج مينگهاڻي، پشپا پاوناڻي، نانڪ آهوجا، رام گيانچنداڻي، اندر

ڪيولراماڻي. منوهر لعل مٿائي، ڪمليش گنگواڻي، آتم تلريجا، شنڪر مولواڻي، ليلو جهانگياڻي، نند لعل ياٽيا،مينگهراج گرناڻي، جڳديش موٽواڻي، موهيندر ڏاميجا ۽ هيمراج ناگواڻي.

## 26- زرعي ڪاليج ٻرئميٽڪ سوسائٽي،ٽنڊو ڄام:

1962ع ۾ زرعي ڪاليج ٽنڊوڄام جي استادن ۽شاگردن هيءَ ٻرئميٽڪ سوسائٽي ٺاهي هئي. جنهن بعد ڪاليج جي پرنسيپال پروفيسر عبدالغني پيرزادي صاحب جي سرپرستي هيٺ هر سال ڊراما فنڪشن ڇاڇاڻيءَ جو ’انٽرويو‘ ۽ م.ع ڏيپلائي جو ’شاهدي‘ ناٽڪ نهايت ڪاميابيءِ سان پيش ڪيا هئا. ان ڪانپوءِ ڪاليج جي شاگرد محمد شاگرد محمد يوسف پنهور جيڪو هن ٻرئميٽڪ سوسائٽيءَ جو مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار به هو تنهن جا لکيل ناٽڪ جهڙوڪ: عمر ماروي، ڪاڪ محل، سسئي پنهون، واديءَ مهراڻ، هوشو، سنڌڙيءَ تان صدقي، ابوالحسن، گويهء اعظم، پرمتڙيو، مهمان، اچا ڪي آهين، ڪمرو نمبر 10، ڪواٽر نمبر 10 ۽ بنگلو نمبر 10 بيحد ڪاميابيءَ سان پيش ڪيا ويا هئا. آخري ٽنهي ناٽڪن ’نمبر10‘ جي سيريز ڪاليج جي ماحول ۾ ٿيندڙ واقعن اصلاحي طنزو مزاح سان ڀرپور جائزو پيش ڪيو ويندوهو. اسٽيج سيٽنگ،ملبوسات ۽ رائيٽنگ ڪنٽرول جو ذمو محمد يوسف پنهور ۽ سجاد پٽي جي هو جيڪي ان جو هر سال تمام سهڻو مظاهرو ڪندا هئا. هن سوسائٽي جا مشهور اداڪار هئا: مشتاق چنگيزي، بدرالدين سومرو، نثار علي هڪڙو، علي اڪبر شاهه، عبدالرحيم پنهور، قاسم رند، علي محمد يوسفاڻي، نورالدين عباسي، بخشل عباسي، محمد امين خاصخيلي، رهبر پٽي، محمد صديق ميمڻ، غلام اڪبر پنهور، غلام سرور پنهور، بشير احمد شاهه، مير محمد پيرزادو، محمد خان لوهار، شفيق چنا، محمد حسين چنا، صدرالدين سومرو، محمد عمر چنڊ. سترامداس، مختار قريشي، فقير محمد جماڻي، اي، ايچ، ابڙو، سجاد پٽي ۽ محمد يوسف پنهور.

## 27- سنڌو ڪلاڪار منڊل، احمدآباد:

1962ع ڌاري چندر ساوناڻي، ارجن پمپاڻي، ويڙهو رفيق ۽ گورڌن تنواڻي جي گڏيل ڪوشش سان هي ناٽڪ منڊل برپا ٿيو، هن جا مشهور ليکڪ گورڌن پارتي، گوبند مالهي، هوندراج بلواڻي ۽ چندر ساوناڻي هئا، جڏهن ته هدايتڪار ارجن پمپاڻي، داس طالب ، چمن شرما ۽ چندر ساوناڻي هئا، هن منڊل طرفان پيش ڪيل مشهور ناٽڪ هئا: طوفاني رات، بک هڙتال، ڏني تنهنجي بمبئي ۽ ڏس رنگيءَ جا رنگ. هن ڊرامن ۾ حصو وٺندڙ مشهور ڪلاڪار هئا: پونم روپاڻي، تلسي رچنداڻي، رتنا رامناڻي، مينا ناگراڻي، نينا آسوداڻي، شيلا رائسنگهاڻي، هود راج بلواڻي، ٽيڪم پاوناڻي، چندر ساوناڻي، ديا لعلچنداڻي، خوشيرام خوبچنداڻي، ڏيول سيرواڻي، سريش پاڳيا، سيول گناڻي، ڪنعيو روپاڻي، ٿهل منگهراجاڻي، پون ڪمار ماٿا، چندر سين ناواڻي، سريش سنڌو، منگهو ڌرمداساڻي، چمن شرما، جڳديش شرما، سريچند ڪيسواڻي ۽ ارجن پمپاڻي.

## 28. سنڌ ٿيئٽرس، حيدرآباد:

1963ع ۾ برپا ٿيندڙ هن ٿيئٽرس جي پهرين پيشڪش ’گونگي زال‘ هئي جنهن جو ليکڪ الهبچايو لغاري هو. اهڙي ريت ٻيو ڊرامو مرزا قليچ بيگ جو لکيل ’انڪوائري آفيسر‘ هو. آغا سليم جا ٽي مشهور ناٽڪ جهڙوڪ: دولهه دريا خان، دودو چنيسر ۽ تماشو هئا، ۽ غالب لطيف جو مشهور ڊرامو ’چورن مٿان مور‘ به هن ناٽڪ منڊل به سهڻي نموني پيش ڪيا، هنن ناٽڪ جا هدايتڪار آغا سليم، مصطفيٰ قريشي، غزاله خورشيد، انوري بيگم، الهبچايو لغاري، عبدالڪريم بلوچ، غلام حيدر صديقي، عبدالحق ابڙو، قاسم فاني، انور سولنگي، انور بلوچ، سڪندر بلوچ ۽ منظور قريشي.

## 29. پرڀات آرٽ سرڪل، حيدرآباد:

1964ع کان قائم ٿيندڙ هن اداري سنڌي ادب ۽ ثقافت جي ترقي ۽ ترويج توڙي ادب جي صحتمند قدرن کي نئين سر اجاگر ڪرڻ جي لاءِ وڏي لڳن سان ڪم ڪيو آهي. هن سرڪل جي بانيڪار ۽ هدايتڪار نثار حسيني اسٽيج تي پنهنجي وقت جا يادگار ڊراما پيش ڪيا، جن ۾ مرزا قليچ بيگ جا انڪوائري آفيسر، منشي، حرڪت مان برڪت، ڪوڙو نوٽ، نيم طبيب خطره جان...............؛

نثار حسيني جي اڳتي وڌبو، سلطان ٽيپو، جل جل مشعل جل، مڙيا مڇ هزار، ڪاڪ ڪڙهي وڻ ٻريا، ڏات جي لاٽ، ساموندين سڙه سنپايا ۽ ڪي جو ٻيجل ٻوليو؛ محمد ابراهيم جويو جو آزادي ڏانهن......؛ م. ع ڏيپلائي جو نجومي؛ مرزا اسد بيگ جو ’سهڪار‘ غزاله شاهين پٺو جو ’چنڊ ۽ رلي‘؛ محمد بخش دائود پوٽو جو چنڊ جو سئر؛ ماڻڪ منير جو شهيد بختاور، شوڪت حسين شورو جو ’ٻرندي رهندي لاٽ‘ ۽ عبدالعزيز سمون جو ’پوت‘. هن سرڪل جا مشهور اداڪار هئا: مشتاق مغل، الهبچايو لغاري، سڪندر بلوچ، محمد بخش دائود پوٽو، اشرف بلوچ، اڪبر بلوچ، الهبچايو ناز پٺو، اختر مرزا، مرزا جاني بيگ، امام بخش پٺي، زاهد مرزا، ستار بروهي، فيض پٺي.

## 30- ڪلا سنڌو ڪلچرل سوسائٽي، جئپور:

1964ع ۾ برپا ٿيندڙ هن ڊرئميٽڪ سوسائٽي جا روح روان سندر اگناڻي، واشديو سنڌو پارٽي ۽ لڇمڻ ڀمباڻي هئا. هن جا مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار هري ڪانت جيٺواڻي ۽ سندر اگناڻي هئا. هن سوسائٽي جا پيش ڪيل مشهور ناٽڪ ’ڊاڪٽر ڏوڪلاڻي‘، مڪان خالي آ، ڪفن. نيلام وغيره هئا. هنن ڊرامن ۾ حصو وٺندڙ مکيه اداڪار منو گدواڻي ۽ ڏيپل سيرواڻي هئا.

## 31- سچل آرٽس ڪاليج سنڌي ڊرئميٽڪ سوسائٽي، حيدرآباد:

1964ع کان هن سنڌي ڊرئميٽڪ سوسائٽي تمام سٺا ڊراما پيش ڪيا جن جا ليکڪ ۽ هدايت ڪار عبدالحق ابڙو ۽ قاسم فاني هئا. ان کان سواءِ هن سوسائٽي محمد يوسف پنهور جو هڪ مزاحيه ننڍو ناٽڪ اجا ڪي آهين، پڻ پيس ڪيو هو. هن سوسائٽي جا پنهنجا مشهور ناٽڪ هاءِ پيري!، دولتمند ننگ، ڪُتل ڪاتو ۽ بس حل ٿي ويو، هئا. هنن ڊرامن ۾ حصو وٺندڙ اداڪار: قاسم فاني، الياس مغل، جنيد پٺي ۽ عبدالحق ابڙو هئا.

32. جئه ڀواني ڪلاڪار منڊل، احمد آباد:

1965ع ۾ برپا ٿيندڙ هن ناٽڪ منڊل جا بانيڪار چئن لال، ڀڳوان شرما، لڇمڻ جسوجا ۽ هري مستانا هئا. هن جا مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار لڇمڻ جسوجا، ۽ هري مستانا هئا. سندن پيش ڪيل ناٽڪ قرباني، ڪاڪو ڪنجوس، امير غريب

وغيره هئا جن ۾ پارٽ ادا ڪندڙ هئا: پرشوتم، لچو ڏيواڻي، آسن وسياڻي، نانڪ ٻالاڻي، ٽڏل پياسي، ٽوپڻداس، ڪشن پرتاب ۽ گورڌن هئا.

## 33- سنڌو ساهت سڀا، بڙودا:

1965ع ۾ ميول آهوجا ۽ هرگوبند للا هن ناٽڪ منڊل جو بنياد رکيو جن سان بعد ۾ آنند ٿهل راماڻي ۽ هريشچندر چينملاڻي ساٿ ڏنو. هن منڊل جو ليکڪ ۽ هدايتڪار هريشچندر چينملاڻي هو جنهن جي ڪوشش سان ڏينهن جا سپنا، سچڻ ڏنو سور، چور چور ۽ معاف ڪجو مشهور ناٽڪ اسٽيج تي پيش ڪيا ويا. هن ناٽڪن ۾ حصو وٺندڙ ڪلاڪار هئا: شانتا آهوجا، هري ميراڻي، مولو پمناڻي، موتي ڪلواڻي ۽ ميول آهوجا.

## 34. سنڌو آرٽ ٿيئٽر، بمبئي:

1965ع ۾ هن ٿيٽر جو پايو رميش چاچاڻي وڌو. هن ٿيئٽر گهڻو ڪري ٿه فصلا ناٽڪ پيش ڪيا، جن ۾ انسان ۽ آتما، ڌس پئسي جا رنگ، آيو نئون زمانو. هاءِ منهنجي دل وغيره بيحد ڪامياب ناٽڪ ليکيا وڃن ٿا. هن ٿئيٽر جو مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار رميش چاچاڻي هو. ان کان سواءِ هن ٿئيٽر رام پنجواڻي ۽ واسديو نرمل جا ناٽڪ پڻ پيش ڪيا. هن ٿئٽر جا مشهور ڪلاڪار هئا: سشي بولاڪاڻي، سشيلا ساجناڻي، شرت پڳنياڻي، سشيلا رائسنگهاڻي، ڪانتا چابڙيا، پدن شرما، آنند مٽائي، پرتاب پرسوراڻي، پگوان چاولا، رميش ڪرناڻي، ڪيئل گولاڻي، مدن جماڻي، موهن ٻونگرا، چندر گيان چنداڻي، منوج ڪمار، جگديش شرما، جيا آسراڻي، رميش مهتا، ڪمل چاندناڻي، نرمل جادواڻي، پرڪاش ابيچنداڻي، ليلو پنجواڻي، نرنجن آسراڻي، منو گيهاڻي، سريش روهڙا، دليپ بچاڻي، پرت ڪمار ٻنگرا، جسونت ڪمار، ايس ستپرو ۽ رميش چاچاڻي.

---

(1) گوبند مالهي: 'ساهتيه ڪلادرسني' پر ميلا پبليڪيشن ، الهاس نگر ، ڀارت ، 1980ع ص.295 296

(2)پروفيسر منگهارام ملڪاڻي: ' هندستان ۾ سنڌي نثر جي تاريخ،' مهراڻ سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سنڌ 1955ص. 146

(3) هيمراج ناگواڻي: ' مورنچندا رهن' سنڌو ڪلاسنگم دهلي،ڀارت ، 1970ع ص. 5.

## 35- جهنڪار ڊرئميٽڪ سوسائٽي، الهاس نگر، بمبئي:

1965ع ۾ هي ڊرئميٽڪ سوسائٽي برپا ٿي جنهن جو پايو وجهندڙ شيام آهوجا هو. هن سوسائٽي ڪيترائي ايڪانڪي پيش ڪيا جن جو ليکڪ شيام آهوجا ۽ هدايتڪار نندلعل هندوجا ۽ شيام آهوجا هئا. پيش ڪيل ناٽڪن ۾ ڪنجوس مکي چوس، ڪنجوس سهرو، شرابي، نٺو چريو ۽ نرواسي ڪاڪا بيحد ڪامياب ناٽڪ ليکيا وڃن ٿا. هن سوسائٽي جا مشهور اداڪار هئا: چندر گيان چنداڻي، مهندر ٿيڪاڻي، رمڻ لعل جئپال، چندر ساوناڻي، شيام آهوجا، پي. بي چاند، رام چند رهيجا، گلاب هيرا، گوبند نهالاڻي، جئه ديو تنواڻي ۽ سيتل هيمراجاڻي.

## 36. سنڌي ساهتيه ۽ ڪلانڪيتن، احمد آباد:

1965ع ۾ گورڌن تنواڻي جي سرپرستيءَ هيٺ برپا ٿيندڙ هن ناٽڪ منڊل انيڪ ناٽڪ پيش ڪيا. هن منڊل جا مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار مهر چنداڻي، ٻلديو گهنشاڻي، رامداس لڪاڻي ۽ چيٺو لالواڻي هئا. هن ڪلا نڪتين جي پيشڪش جي ميدان ۾ جهڙي کي مليو تهڙو، نيم حڪيم خطره جان.........، مون کي في موٽائي ڏيو، ڪسان ڪوئي به نه بچندو وغيره مشهور ناٽڪ هئا. هنن ناٽڪن ۾ مختلف ڪردار ادا ڪندڙ ڪلاڪار هئا: شيلا رائسنگهاڻي، ڪيرت مهرچنداڻي، جيوتي مهتا، اُتم هنگوراڻي، دولت رتواڻي، چندر امبواڻي، اشوڪ چنچلاڻي، ٻلديو گهنشاڻي، ديپڪ چاند، ڪمار گهنشاڻي، سريچند ڪيسواڻي ۽ ڪنعيالعل ميٺواڻي.

## 37. سنڌو ڪلامندر گانڌيڌام،آديپور:

1965ع ڌاري رام ٻيلاڻي خمار ۽ رمييش راجپال جي ڪوشش سان هيءَ ناٽڪ منڊلي برپا ٿي. هتي شروعاتي دور ۾ ڪل، مسخريءَ جي گانن ۽ ممڪريءَ سان ناٽڪ فن جو آغاز ڪيو ويو پر پوءَ اڳتي هلي هن هڪ باقائدي ڊريئميٽڪ سوسائٽيءَ جو روپ اختيار ڪيو. هن ناٽڪ منڊلي جا مشهور ليکڪ ۽ هدايتڪار هوندراج دکايل ۽ رام ٻيلاڻي،’خمار ‘ هئا جڏهن ته اداڪار هئا: ڪرشنا پميپاڻي، تلسي آنداڻي، ڪمار کلواڻي، رميش رچواڻي، پمي پاواڻي، پگوان پاوناڻي، درگا شنڪر شرما، مايا شاهاڻي، ۽ ايل. ڪي. رائسنگهاڻي.

## 38- سنڌو ڪلا نڪيتن بمبئي:

1966ع کان برپا ٿيندڙ هن ناٽڪ منڊلي عمدا ناٽڪ پيش ڪيا. هن جا بانيڪار موتي پرڪاش، مدن جماڻي، سچو آڏواڻي ۽ رام لهيجا هئا. هن منڊلي ڪيترائي مشهور ناٽڪ جهڙوڪ رات هڪ طوفان جي، پيار ڪري ڏس، رات جو پارهين بجي وغيره پيش ڪيا. هن منڊلي جا مشهور ليکڪ واسديو نرمل ۽ موتي پرڪاش ۽ هدايتڪار آنند مٽائي ۽ مدن جماڻي هئا؛ جڏهن ته هنن ڊرامن ۾ پارٽ ادا ڪندڙ ڪلاڪار هئا: آشا هرگناڻي، سشي بولاڪاڻي، مونانچناڻي، گيتا چندناڻي، نرملا ميرچنداڻي، امر چندناڻي، موهن بيلاڻي، لچو آڏواڻي، رام لهيجا، ايشور شرما، موهن ڊنگرا، موتي پرڪاش، مدن جماڻي ۽ آنند مٽائي.

## 39- سنڌي ڪلچرل سوسائٽي، دهلي:

1966ع ۾ هيءَ ڊرئميٽڪ سوسائٽي برپا ٿي جنهن جيون گرسهاڻي جو مشهور ناٽڪ ’بملا جو برٿ ڊي‘ ۽ گورڊن پارتي جو سنڌي لوڪ ڪهاڻي تي ٻڌل ناٽڪ ’عمر مارئي‘ پيش ڪيا. هن منڊلي جا هدايتڪار جيون گرسهاڻي ۽ شيام گيانچنداڻي هئا، جڏهن ته حصو وٺندڙ اداڪار آشاڪٽاريا، شيلا ماکيجاڻي ۽ ديو هئا.

## 40- سنڌوساگر ڊرئميٽڪ سوسائٽي، بمبئي:

1967ع ۾ قائم ٿيندڙ هن ڊرئميٽڪ سوسائٽيءَ جو پايو رام رسيلا وڌو هو. هن جو ليکڪ ۽ هدايتڪار به گهڻو ڪري پاڻ رام رسيلا رهيو. هن منڊليءَ جو پيش ڪيل ڪامياب ناٽڪ ’رنڍڻي ۾ رولو‘ هو جنهن جا ڪلاڪار ايسر سپرو ۽ موهن ڊنگرا هئا.

## 41- سنڌو ويلفيئر سوسائٽي، جئپور:

1967ع ۾ ٽي . سي پڳت ۽ سوهن لعل ٽڏاڻي هن ناٽڪ منڊلي جو پايو وڌو هو. هن سوسائٽي جا مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار ڪنعيا لعل ميٺواڻي، موهن لعل اداسي ۽ ڀولڻ راهي هئا. هن منڊلي ڪيترائي مشهور ناٽڪ جهڙوڪ دوستن جي مهرباني گهرجي، هيرئي سنڌي هير، شادي جي ڳالهه، جوءِ ڪپي ۽ مائٽي رچايا هئا. هن سوسائٽي جا مشهور اداڪار هئا: تلسي نرياڻي، ڪمار گهنشاڻي، ڀولڻ راهي، ڪنعيا لعل ميٺواڻي ۽ موهن لعل اُداسي.

## 42- سنڌي ڊرئميٽڪ سوسائٽي، حيدرآباد:

1968ع ۾ سنڌي ثقافت توڙي سنگيت جي چاتل سجاتل شخصيت عنايت الله عباسي جي سرپرستي هيٺ هي ڊرئميٽڪ سوسائٽي برپا ٿي. هن سوسائٽي پنهنجن ناٽڪن جي پيشڪش کي سنگيت سان خوب سينگاريو هو. هن جو مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار عنايت الله عباسي هو، جنهن جو مشهور ناٽڪ 'هوشيار ٺڳ' بيحد ڪامياب ۽ پنهنجي وقت جو هڪ انوکو مزاحيه ناٽڪ ليکيو وڃي ٿو. هن ڊرامي جا مکيه اداڪار هئا: نجمه شاهين، غلام علي، پرويز اختر، نذير ميمڻ ۽ عنايت الله عباسي.

## 43- سنڌو پارٽي سوسائٽي، دهلي:

1968ع ڌاري قائم ٿيندڙ هن سوسائٽي جو بانيڪار رام رکياڻي هو. هن ڊرئميٽڪ سوسائٽي جو مکيه ليکڪ رام گيانچنداڻي ۽ هدايتڪار رام رکياڻي هو. هن جا پيش ڪيل مشهور ناٽڪ هئا: ڊونگ ئي ڊونگ، ڳولها ۾، وهمي، انارڪليءَ جي واپسي، ضرورت آ جوءِ جي، وڏا ماڻهو، يار دلدار ۽ ڪٿي آيو خير سان، هنن ڊرامن ۾ حصو وٺندڙ ڪلاڪار هئا: ڊالي ناواڻي، ڪمليش گنگواڻي، موهن ٿهلياڻي، منوهر لعل مٿائي، رام گيانچنداڻي، رميش نوتاڻي، اي. جي هرپالاڻي، رام رکياڻي، اندر ڪيولراماڻي، آتم تلريجا، گهنشيام آسواڻي، ڀڳو ڪلناڻي، ارجن موتيهار ۽ نچي وٽجاڻي.

## 44- سنڌو ڪلا سرڪل، احمدآباد:

1969ع ۾ هن سرڪل جو پايو ڪيرت مهرچنداڻي وڌو ۽ بعد ۾ جنهن جا ساٿي بنيا هئا منگهو، جيوت، گيان، ۽ موهن لعل. هن منڊل جا مکيه ليکڪ ويڙهو رفيق، ۽ هدايتڪار ڪيرت مهرچنداڻي هئا. هن سرڪل ڪاڪو ڀهلاڻيءَ وارو، ڏٺي تنهنجي بمبئي ۽ پولو پوپو، مشهور ناٽڪ پيش ڪيا. هن منڊل جا مکيه اداڪار هئا: جيوت، گيان، موهن لعل ۽ منگهو ڏرمداساڻي.

## 45. پوڄا ٿيئٽرس، بمبئي:

1970ع ۾ سنڌي ناٽڪ جي معروف ڪلاڪار پرتاب پرسواڻي جي سرپرستي هيٺ هي ٿيئٽر برپا ٿيو. هن جو مشهور ليکڪ ۽ هدايتڪار به پاڻ پرتاب پرسواڻي هو. هن ٿيئٽر جا پيش ڪيل مشهور ناٽڪ هئا: بال برهمچاري، ڪچا ڌاڳا پريم جا، عورت ۽ بوتل، بابا مون توبه ڪئي، ليڊر ۽ پلي ڪري آيا. هنن ڊرامن ۾ حصو وٺندڙ اداڪار هئا: سشي بولاڪاڻي، پيرو پمپاڻي، ڪيئل گوالاڻي، منوج ڪمار، مهندر پنجواڻي، رام رسيلا، چندر گيانچنداڻي، رام لهيجا، ونود پرتاب پرسواڻي.

## 46. للت ڪلا سنگم، بمبئي:

1971ع ۾ پرت ڪمار ڏنگرا جي ڪو ششن سان هيءُ ناٽڪ منڊلي قائم ٿي. هن جو ليڪڪ واسديو نرمل ۽ هدايتڪار خود پرت ڪمار هو. هن منڊلي جا پيش ڪيل ناٽڪ مشهور ٻنڊلباز، مڪان ۽ مصيبت ۾ نئين هيروئن ۽ بي ڏوهيءَ جو ڏوهه هئا. هن ڊرامن ۾ مختلف پارٽ ادا ڪندڙ ڪلاڪار هئا: سنگيتا ڏنگرا، پڳوان چاولا، منو گيهاڻي، منوهر لعل مٽائي، موهن ڏنگرا، لڪشمي منسڪلاڻي ۽ پرت ڪمار ڏنگرا.

## 47- سنڌ آرٽ ائنڊ ڊرئميٽڪ سوسائٽي حيدرآباد:

1972ع ۾ هيءَ ڊرئميٽڪ سوسائٽي اسرار شام ۽ اشرف بلوچ ٺاهي هئي. هن سوسائٽي طرفان پيش ڪيل مشهور ناٽڪ 'لوئي ۽ لڄ' جو ليڪڪ اسرار شام ۽ هدايتڪار اشرف بلوچ هو. هن ڊرامي ۾ حصو وٺندڙ اداڪار هئا: نازلي، الطاف سومرو، حفيظ الرحمان، زاهد مرزا، عبدالغفور سومرو، رفيق بلوچ ۽ اشرف بلوچ.

## 48-مهراڻ ناٽڪ منڊلي، دهلي:

1972ع ڌاري گوپال پنجواڻي ۽ آتم تلريجا جي ڪوششن سان هي ناٽڪ منڊلي برپا ٿي. هن جا مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار به پاڻ گوپال پنجواڻي ۽ آتم تلريجا هئا. امي يا ممي، زال ڪري ٿي تال، چيٺو ميٺو، موالي ملڪ جا والي، هن ناٽڪ منڊلي جا ڪامياب ناٽڪ هئا، جن ۾ پارٽ ادا ڪندڙ مشهور ڪلاڪار هئا: پشپا پاوناڻي، وملا ڀاٽيا، ڪويتا پنجواڻي، موهني لالواڻي، شنڪر مولواڻي، ليلو جهانگياڻي، نندلعل ڀاٽيا، راجن نارائڻ مولواڻي، ڪئلاش روچاڻي ۽ گوپال پنجواڻي.

## 49. ناٽيه سنڌو، بمبئي:

1972ع کان هيءَ ناٽڪ منڊلي قائم ٿي جنهن جا بانيڪار واسديو نرمل، مدن جماڻي، ۽ آنند مٽائي هئا. هن جا مشهور ليکڪ واسديو نرمل ۽ مدن جماڻي هئا؛ جڏهن ته هدايتڪار مدن جماڻي ۽ آنند مٽائي هئا. پلئه پلي، واهه ڙي زمانا واهه!، اٽيلو، ۽ سوامي شري 108 هن منڊلي جا مشهور ناٽڪ هئا جن ۾ مختلف پارٽ ادا ڪندڙ ڪلاڪار هئا: رجني تولاڻي، سشي بولاڪاڻي، ڀڳونتي ناواڻي، لڇو آڏواڻي، رميش مهتا، شيلا ساجناڻي، شيام آهوجا، مدن جماڻي.

## 50. سنڌ پيپلز ڪلچر ائنڊ آرٽس ڪائونسل، حيدرآباد:

1973ع ۾ سنڌ آرٽ ڊرئميٽڪ سوسائٽي جو نالو بدلائي سنڌ پيپلز ڪلچر ائنڊ آرٽس ڪائونسل (سپڪاڪ) رکيو ويو، جنهن جا بانيڪار اسرار شيام ۽ اشرف بلوچ هئا. هن ناٽڪ منڊلي پنهنجو مشهور ناٽڪ ’لوئي ۽ لڄ‘ سنڌ جي ٻين شهرن قاضي احمد، خيرپور، روهڙي، ٽنڊو ڄام وغيره ۾ پيش ڪيو. ان کان سواءِ هن منڊليءَ الطاف سومرو جا به ناٽڪ زندگي يا طوفان ۽ زندگي يا موت؛ اشرف بلوچ جا هيبت خان ۽ ڌرتي ۽ ماءُ؛ ۽ قاسم فاني جو ماٻرن هير رانجهو پيش ڪيا. هن ڊرئميٽڪ ڪائونسل جو هدايتڪار اشرف بلوچ ۽ اداڪار هئا: نازلي، جميله اقبال، فريده، الطاف سومرو، ابو بلاول، اسرار شيام، رشيد همدم، اشرف بلوچ، ايم ملوڪ، منظور مراد، حشمت جگو، عاشق انصاري، زاهد مرزا، سليم غوري، قاسم فاني، ناصر بلوچ، تسليم ملڪ، فضل ٽالپر، سرواڻ ڪمار، محمد علي ۽ انور رنگيلو.

## 51. جوتي ڪلا مندر، بمبئي:

1973ع ڌاري هي ناٽڪ منڊلي مرلي ميرچنداڻي، پي. بي. چاند، آوت دوداڻي، سي رام، جوتي ٺاهي. هن جا مشهور ليکڪ رميش مهتا، پي.بي چاند، رم ٻيلاڻي ’خمار‘ ۽ مدن جماڻي هئا، جڏهن ته هدايتڪار به ساڳيا ليکڪ هئا. هن منڊلي جا مشهور ناٽڪ هئا: سورٺ ۽ راءِ ڏياچ، هليو آ پُٽ ائڪٽر ٿيڻ، تنهنجو ئي آڌار، رشتا ناتا، ڪاڪو ڪلو مل، ماءُ منهنجي، ڊاڪٽر مان ڪي تون، ساري رانگ نمبر، لنگڙو ڊاڪٽر، ليک مٽائي ڪير سگهندو، زندگي، هڪ ناٽڪ، ۽ پکيئڙا پڃري جا. هنن ڊرامن جا ڪلاڪار هئا: لڪشمي منسکاڻي، چندرا سپي، وينا دوداڻي، پونم برج موهن، شيلا ساجناڻي، رجني، سنڌو جماڻي، مڌو بخشاڻي، منوج ڪمار، رميش مهتا، رميش راڄپال، رم لهيجا، شيام آهوجا، ڀڳوان ڀاوناڻي، منوهر دادلاڻي، پي.بي چاند، رميش ڪرناڻي، گلاب هيرا، خوشي مٽائي، رامچند رهيجا، رام رسيلا، جسونت ڪمار، ڪشنچند پريمي ۽ مدن جماڻي.

## 52- گلفام آرٽس سرڪل، حيدرآباد:

1974ع کان هن آرٽ سرڪل جو پايو شهزادو گلفام رکيو ۽ ناٽڪ ڏسندڙن جي لاءِ تفريحي پهلو نظر ۾ رکي فن جو مظاهرو ڪيو. هن منڊلي جا ليکڪ ۽ هدايتڪار: عبدالغفور سومرو ۽ شهزادو گلفام هئا. هن جا مشهور ناٽڪ هئا: جوڳي ڏاڍي ذات، ۽ رک موليٰ تي، جن ۾ پارٽ ادا ڪندڙ ڪلاڪار هئا: شهنيله قر

يشي، شمامه، بينا، اقبال بيگم، نورجهان، روماناز، نادر بلوچ، ناصر بلوچ، عبدالغفور سومرو، خميسو جانوري ۽ گلاب گل.

## 53- شاھ لطيف ڊرئميٽڪ سوسائٽي، حيدرآباد:

1975ع ۾ برپا ٿيندڙ هن ناٽڪ منڊليءَ جا روح روان قاسم فاني ۽ اشرف بلوچ هئا، جيڪي هن جا ليکڪ ۽ هدايتڪار پڻ هئا. هن منڊليءَ جا پيش ڪيل مشهور ناٽڪ شيشي جو گهر، ۽ ظالم انسان هئا. هنن ناٽڪن ۾ پارٽ ادا ڪندڙ ڪلاڪار هئا: روما ناز، زاهد مرزا، مولا بخش، غلام علي ٽالپر، الطاف سومرو، انور شيخ، ايم. اي. عارف، رسول بخش شاھ، اشرف بلوچ ۽ قاسم فاني.

## 54. سنڌو ساهتيه سنگت، اجمير:

1975ع ۾ هي ناٽڪ منڊل گورڌن پارتي جي سرپرستي هيٺ قائم ٿي، جيڪو هن منڊلي جو مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار پڻ هو. هن ناٽڪ منڊلي جا پيش ڪيل مشهور ناٽڪ پاڙي جي وڏڙي، شاعر پنج هزاري، راما پير وغيره نهايت ڪاميابي سان پيش ڪيا ويا هئا. هنن ڊرامن جا مکيه اداڪار: شيوڪ رام سوني، مرچو مل سوني، ڀڳوان ٽلواڻي، ۽ ڊولڻ راهي هئا.

## 55. سنڌو ڪلاڪار سنگم، سانگانير- جئپور:

1976ع ۾ برپا ٿيل هن ناٽڪ منڊل جو بانيڪار کيمچند گوڪلاڻي هو. پوءِ هن منڊل جا بانيڪار  ڀڳوان رام رکياڻي ۽ لعل چند گنگواڻي

رهيا. هن جو مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار کيمچند گوڪلاڻي هو، جنهنجي ڪوشش سان هن منڊل دهليءَ جو ٺڳ، ڏائڻ ڏيتي ليتي، چمڙي وجي پر دمڙي نه وجي، جهڙا ڪامياب ناٽڪ پيش ڪيا هئا. هنن ناٽڪن جا مکيه ڪلاڪار هئا: گوپيچند، لال گنگواڻي، گلاب هيرا، ديال رامچنداڻي، سريش ڀاڳيا ۽ ڀڳوان رام رکياڻي.

56. رسڪلا ٿيئٽر يونٽ، احمد آباد:

1976ع ۾ هي ٿيئٽر قائم ٿيو جنهن جو روح روان وڪرم شهاڻي هو. هن ٿيئٽر جو مکيه ليکڪ چيٺو لالواڻي ۽ هدايتڪار وڪرم شهاڻي هئا. سندن ڪوشش سان هن ٿيئٽر طرفان ڪيترائي مشهور ناٽڪ جهڙوڪ انڌير نگري، ٻوڙا اچي مڙيا هڪ ماڳ، راهو ڪيتو، قاتل ڪير، چورن مٿان مور، هيلٽ سينٽر وغيره اسٽيج تي رچايا ويا جن ۾ ناٽڪ ڪلا جو مظاهرو پسائيندڙ ڪلاڪار هئا: نينا آسوداڻي، تلسي رچنداڻي، جيوتي مهتا، شيلا رائسنگهاڻي، بيلا اڇڙا، چندر ساوناڻي، چندر سين ناواڻي، سيول گناڻي، ڪشن چاند، اُتم هگوراڻي، ديپڪ چاند، چيٺو لالواڻي، اشوڪ چنچلاڻي، چندر پارواڻي، ڪمار گهنشاڻي، منگهو ڏرمداساڻي، هنسراج پنجابي، ماڌو نينواڻي، موتي ڪلواڻي ۽ وڪرم شهاڻي.

## 57. سنڌي ليکڪ فورم، بمبئي:

1976ع ۾ برپا ٿيندڙ هن فورم جو سرپرست، برج موهن هو جيڪو هن ٻرئميٽڪ سوسائٽي جو ليکڪ ۽ هدايتڪار پڻ هو هن منڊل جا مشهور ناٽڪ هئا: پُڇ، آدم ٻيبي هوا، بندوبست، هن جو ٻپ، موت جو انتظار وغيره

. هن فورم 'سنڌي ڊراما ورڪشاپ' احمد آباد جي سهڪار سان پڻ ڪيترائي مشهور ناٽڪ اسٽيج تي رچايا. هن منڊل جا مکيه ڪلاڪار هئا: پونم، برج موهن، شرت پگهتياڻي، رميش مهتا، رام لهيجا.

### 58. سنڌي ڊراما ورڪشاپ، احمد آباد:

1976ع کان هي ادارو پريم پرڪاش ۽ ساٿين جي سهڪار سان قائم ٿيو. هن جا مشهور ناٽڪ نويس پريم پرڪاش، پچن لعل تيڪچنداڻي ۽ هريش چندر چيٺملاڻي هئا ۽ هدايتڪار هريش چيٺملاڻي، چيٺو لالواڻي ۽ جسونت ڪمار هئا. هن منڊل انيڪ ڪامياب ناٽڪ پيش ڪيا جن مان: پردا، فرشتن جي دنيا، چؤ راڏي شام، ڪوئي ڪڏهن ايندو، گاسليٽ جو دٻو، لوچو، پاڙيسري، وڻ، جڏهن زندهه هوندا هئاسين، عدد جمع عدد واحد، ماچيس ڪٿي آهي، موبائيل مساڻ، قدم، مورچابندي وغيره مشهور ناٽڪ هئا. هن ڊراما ورڪشاپ جا مشهور ڪلاڪار هئا: جيوتي مهتا، پون ڪمار ماٿا، چندر پارواڻي، ويريندر واسواڻي، هريش ڪمار ڪڪواڻي، ديپڪ چاند ۽ چيٺو لالواڻي.

### 59- انواد سوسائٽي بمبئي؛

1977ع ڌاري هيءَ ٻرئميٽڪ سوسائٽي قائم ٿي جنهن جا بانيڪار جسونت ڪمار، رميش مهتا، وشنو ڀاٽيا ۽ هرن جماڻي هئا. هن جا معروف ليڪڪ

جسونت ڪمار، رميش مهتا ۽ واسديو نرمل هئا؛ جڏهن ته هدايتڪار مدن جماڻي ۽ جسونت ڪمار هئا. هن سوسائٽيءَ جا رچايل مشهور ناٽڪ؛ ادو عبدالرحمان، ميونسپل ڪائونسلر، انڌڪار، شڪار، پريم پڪيئڙا، گرائونڊ فلور، سچ ڇا آهي، وغيره هئا، جن ۾ حصو وٺندڙ ڪلاڪار هئا؛ بينا منسڪاڻي، رتنا پنجابي، آشا چاند، شيلا ساجناڻي، هير رامچنداڻي، لڪشمي منسڪاڻي، لتا منواڻي، شرت پڳنياڻي، بنسي هرياڻي، رينو لعلواڻي، ليلو پنجواڻي، اجيت وڇاڻي، جڳديش شرما، مدن جماڻي، منوج ڪمار، پريم لالا، دليپ ڇڳاڻي، جسونت ڪمار، رميش ڪرناڻي، سريچند ماکيجا، نريندر ٻجاج، سريش ٻلواڻي، اشوڪ کٽري، رميش پاوناڻي، رام لهيجا، موهن ڏنگرا ۽ پرڪاش چوڌري.

**60- رنگ ڪرم ٿيئٽر، احمدآباد:**

1977ع ۾ هن ٿيئٽر جڳديش شهدادپوري رکيو. هن ٿيئٽر ٻارن جي تفريح ۽ اصلاح لاءِ تمام گهڻا ٻال ايڪانڪي ناٽڪ پيش ڪيا. هن ٿيئٽر جا مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار جڳديش شهدادپوري ۽ چيٺو لالواڻي هئا، جن جي ڪوشش سان هن منڊل ڏغا. ڏيوالو، ڊائلاگ بدلائي ڇڏيو. تنهنجي پيار ۾ رات جو ٽين بجي، طوفان، نئون ٽيليفون وغيره جهڙا مشهور ناٽڪ رچايا هئا. هن منڊل جي ناٽڪن کي اداڪاري سازن سان سينگاريندڙ ڪلاڪار هئا جيوتي مهتا، شيلا رائسنگهاڻي، ديپڪ چاند. ڪشن چاند، چيٺو لالوناڻي ۽ جڳديش ۽ شهدادپوري.

## 61- سنڌو ڪلاڪيندر، ناگپور:

1977ع ڌاري هي ناٽڪ منڊل ڏي جي گوپالاڻي، روچيرام ٿانواڻي، پريم جوتواڻي، روچلداس ڪيولراماڻي، سندر ٻٽاڻي، گوپال ڪيماڻي، ۽ اشوڪ تلريجا برپا ڪيو جن سان بعد ۾ پرپو ٻٽاڻي بحيثيت سيڪريٽري شامل رهيو. هن منڊل جو مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار سندر ٻٽاڻي هو. نئين هوا نيتي انيتي، سوريءَ سڏ ڪيو ۽ هجئي ناٽو ته ........... هن منڊل جا مقبول ناٽڪ هئا. جن ۾ ڪلا جو مظاهرو ڪندڙ ڪلاڪار هئا سنيتا ساولاڻي، گرمک موٽواڻي،اشوڪ ماکيجاڻي، انيل ٺهلياڻي، ڪشور لعلواڻي، هريش مائيداساڻي ۽ گورڌن نئناڻي.

## 62- جيوتي ڪلاسنسٿان، جئپور:

1978ع ۾ هي ڪلاسنسٿان سريش سنڌو جي سرپرستي هيٺ قائم ٿيو، جنهن سان بعد ۾ رامچند رامناڻيءَ ساٿ ڏنو. هن ناٽڪ منڊل اڪثر طور تہ فصلا ۽ اصلوڪا ناٽڪ پيش ڪيا. هن جو مکيہ ليکڪ ۽ هدايتڪار سريش سنڌو پاڻ هو.رچيل ناٽڪن ۾ دل ڏينداسين دل وارن کي، منهنجي بہ ٻڌو، مان شادي ڪنديس وغيره بيحد ڪامياب ناٽڪ ليکيا وڃن ٿا؛ جن ۾ پارٽ ادا ڪندڙ ڪلاڪار هئا: ارميلا، چمپا، ناري ڦلواڻي، راجيش خوشحالاڻي، روي، موهن لعل اداسي ۽ سريش سنڌو.

## 63- مهراڻ آرٽ ڪلب، شهدادڪوٽ:

1978ع کان هن آرٽ ڪلب احمد علي چانڊيو ۽ مدد علي وفا جي ڪوشش سان ڪيترائي ناٽڪ رچايا. هن جا مکيہ ليکڪ ۽ هدايتڪار بہ پاڻ ٻئي هئا. هنن سان نند لعل سدائين ساٿ ڏنو. هن ناٽڪ ڪلب طرفان رچيل ناٽڪن ۾ فرض ۽ پيار،قربائتو قاتل. منهنجو مهمان،اپاڻڪيون اکيون، ڪنول ۽ موت ڪامياب ناٽڪ مڃيا ويا؛ جن ۾ مختلف پارٽ ادا ڪندڙ ادڪار هئا: مهر علي چارلي، نياز حسين نياز، شفيع محمد مرٽنگ، گل منير گل، ايم يونس راهي، امتياز ميراڻي، محمد صيفل، نظام الدين بيوس، عظيم انصار، منير شاهين اختر حسين، جاني بلوچ، اڪبر سومرو، اظهر علي پٿو، احمد علي چانڊيو ۽ مدد علي وفا.

## 64- سنڌي ناٽڪ گهر، ڪلڪتو:

1978ع ۾ هن ناٽڪ گهر جو پايو سنڌي ادب جي مهان محقق، مشهور سنڌي ناٽڪ نويس ۽ پنهنجي دور جي ميل ڪلاڪار پروفيسر منگهارام اُڌارام ملڪاڻي سنڌي يوٿ ائسوسيئِشن، ڪلڪتو جي سرپرستي ڪندي رکيو، جنهن ساڻ شامل رهندي بعد ۾ لِکمي ڪلاڻي ڪنوينر مقرر ٿيو. هن ناٽ گهر جو مکيہ ليکڪ ۽ هدايتڪار لکمي ڪلاڻي هو. جنهن جي فني ڪوشش سان پڇي ويئي ۽ سپني جي سيج جهڙا بہ مشهور ايڪانڪي ناٽڪ رچايا ويا. هنن ناٽڪن ۾ مرڪزي ڪردار لکمي ڪلاڻي پاڻ ادا ڪيو.

## 65- ايشين آرٽس ائڪيڊمي، ڪراچي:

1979ع ۾ هي ائڪيڊمي قمر شهباز جي ڪوشش سان قائم ٿي. هن جو مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار قمر شهباز هو. هن ناٽڪ منڊلي طرفان پيش ڪيل مشهور ناٽڪ ’هل پنهل‘ ۾ جن اداڪارن حصو ورتو سي هئا: سڪينه سمون، يوسف علي، اي. آر بلوچ، لطيف منو، انور سولنگي ۽ نورمحمد لاشاري.

## 66- ترمورتي ڪلامندر، نڙياد:

1979ع ڌاري هن ناٽڪ منڊل جا بانيڪار ڪيمچند لکياڻي ۽ جڳديش لکياڻي هئا جيڪي پاڻ خود هن منڊل جا ميکه ليکڪ هدايتڪار به هئا. هن منڊل گهمنڊ، قرباني، لاٽري ۽ هند جو سپٽر جهڙا مشهور ناٽڪ اسٽيج تي پيش ڪيا. هنن ڊرامن ۾ حصو وٺندڙ ڪلاڪار هئا: ڪشور ڪمار، سچديو، لوڪچند واڌواڻي، ڪيمچند لکياڻي ۽ جڳديش لکياڻي.

## 67- سنڌي آرٽسٽ فورم، حيدرآباد:

1979ع ۾ هن ڊرئميٽڪ سوسائٽيءَ جو پايو اسرار شام وڌو. هن جو مکيه ليکڪ ۽هدايتڪار پاڻ اسرار شام هو. هن ناٽڪ منڊليءَ جو مشهور ناٽڪ ’عام اطلاع‘ هو جنهن ۾ پارٽ ادا ڪندڙ ڪلاڪار هئا: شهناز، لياقت شيخ، شهباز خان، زاهد مرزا، عاشق انصاري، مقبول ميمڻ، ۽ الطاف سومرو.

## 68- سنڌو ناٽيه ڪلاڪيندر، ٻڙودا:

1979ع ۾ آنند ٿهلراماڻي جي سرپرستي هيٺ هي ڪلاڪيندر قائم ٿيو، بعد ۾ مرلي پوچواڻي ساڻس ساٿ ڏنو. هن ناٽڪ منڊل جو مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار آنند ٿهلراماڻي هو جنهن جي ڪوشش سان هن منڊل ڪيترائي ناٽڪ رچايا جن مان ’حڪيم اجلراءِ‘ ۽ ’مان تيار آهيان‘ ناٽڪ بيحد مقبول ٿيا. هنن ڊرامن ۾ مکيه ڪردار ادا ڪندڙ ڪلاڪار مڌو بخشاڻي ۽ گورڌن مورجاڻي هئا.

## 69- سنڌي آرٽسٽ ڪلب، حيدرآباد:

1979ع ڌاري هي ناٽڪ منڊلي برپا ٿي جنهن جو بانيڪار اشرف بلوچ هو. جيڪو پاڻ هن منڊلي جو ليکڪ ۽ هدايتڪار پڻ هو. هن آرٽسٽ ڪلب مشهور ناٽڪ ’پلي ڪري آيا‘ رچايو جنهن جا مکيه اداڪار هئا: روماناز، الطاف سومرو، نسيم ملڪ، مقبول ميمڻ، خالد سومرو، گل حسن گل، ايم اي عارف ۽ اشرف بلوچ.

## 70- سرسوتي آرٽ سرڪل، احمد آباد:

1979ع کان برپا ٿيندڙ هن آرٽ سرڪل جو روح روان ٻلديو گهنشاڻي هو، جيڪو پاڻ هن ناٽڪ منڊل جو مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار پڻ هو. ’پيغام‘ ڊرامو هن آرٽ سرڪل جي مقبول پيشڪش هئي جنهن ۾ حصو وٺندڙ ڪلاڪار هئا: هيملتا گهنشاڻي، اشوڪ چنچلاڻي ۽ ٻلديو گهنشاڻي.

## 71- پٺائي آرٽ سرڪل، خانپور:

1979ع ۾ قائم ٿيندڙ هن آرٽ سرڪل جو بانيڪار ذوالفقار هيسباڻي هو، جيڪو خود هن آرٽ سرڪل جو ليکڪ ۽ هدايتڪار پڻ هو. هن سرڪل اسٽيج تي امير ۽ غريب، انسان ۽ شيطان ۽ شريف گنهگار جهڙا مشهور ناٽڪ رچايا جن ۾ مختلف پارٽ ادا ڪندڙ ڪلاڪار هئا: رفيق دل، لطيف دل، ايوب ملاح، احسان ميمڻ، مراد سومرو ۽ ذوالفقار هيسباڻي.

## 72- ساگر آرٽ ٿيئٽر، احمد آباد:

1979ع ڌاري مانڌو نيٺواڻي ۽ ڪشن چاند جي گڏيل ڪوشش سان هي ٿيئٽر برپا ٿيو. هن ناٽڪ منڊل جا مکيه ۽ هدايتڪار به پاڻ ٻيئي هئا. هن ٿيئٽر جا مقبول ناٽڪ: رهجي وياسين، ڪنوار ۽ دل ۾ نه ڪجاڻ ليکيا وڃن ٿا. هن ٿيئٽر جا مشهور ڪلاڪار هئا: رجني تيجواڻي، نينا آسوداڻي، آسن وسياڻي، اُتم هگوراڻي، ديال لعلواڻي، راجڪمار ڏاسواڻي، واسديو ماکيجا، چيٺو لالواڻي، منگهو ڌرمداساڻي، ڪشن چاند، ۽ مانڌو نينواڻي.

## 73- رزرو بئنڪ سنڌي سڀا، بمبئي:

1979ع ۾ هيءَ ڊرئميٽڪ ڪلب سنڌي اسٽيج ڊرامي سان دلي چاهه رکندڙن ٺاهي، جنهن جو مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار لعل نارنگ هو. هن ڊرئميٽڪ ڪلب جا رچايل مشهور ناٽڪ هئا: ستيه ميوجيه تي، انڌير نگري پوليس اسٽيشن، هيءُ چا ٿيو، يوريڪا ۽ ناٽو. هنن ڊرامن ۾ مختلف پارٽ ادا ڪندڙ ڪلاڪار هئا: پشپا مالهي، پدن شرما، ٻلديو ڪالرو، رميش چوڌري، هريش ٺڪر ۽ لعل نارنگ.

## 74- جهولي لال ڊرئميٽڪ سوسائٽي، حيدرآباد:

1980ع ۾ هيءَ ڊرئميٽڪ سوسائٽي ابو ٻلاول برپا ڪئي، جنهن جو مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار نادر بلوچ هو. هن ناٽڪ منڊليءَ جي پيش ڪيل ناٽڪن مان ’بايونڪ پنپوري‘ گهڻو مقبول ٿيو هو. هن ڊرامي ۾ حصو وٺندڙ اداڪار هئا: روما ناز، ابو ٻلاول، منظور مراد ۽ ناصر بلوچ.

## 75- ڪائونسل آف آرٽس ائنڊ ڪلچر، حيدرآباد:

1980ع ڌاري قاسم فانيءَ جي ڪوشش سان هيءَ ڊرئميٽڪ ڪائونسل برپا ٿي، جنهن جو ليکڪ قاسم فاني ۽ هدايتڪار اشرف بلوچ هو. هن ناٽڪ منڊلي جو رچايل ناٽڪ ’مور ٿو ٽلي‘ هو جنهن ۾ مختلف پارٽ ادا ڪندڙ هئا: سيما، فريده، فريد نواز بلوچ، قاسم فاني، اشرف بلوچ، الطاف سومرو، تسليم ملڪ، نثار بلوچ ۽ مشتاق چنگيزي.

## 76- ستيه ڪلامندر، احمد آباد:

1980ع ۾ لڇمڻ جسوجا جي سرپرستي هيٺ هي ناٽڪ منڊل قائم ٿيو، جنهن جو مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار به پاڻ ئي هو. هن منڊل جيڪي ناٽڪ پيش ڪيا تن مان ڪي مشهور ٽائيٽل هي هئا، جهڙوڪ مُکي ماڪوڙو مل، ويهين صدي جي ويڙهي، چندو چوڪيدار، هل. هل. هل، ڪلوءَ ڪيو ڪمال، امير غريب، ڀڳت سورداس،

پوڙهو پوهومل ۽ سلطاني ڏيوالو. هنن ناٽڪن جا مکيه ڪلاڪار هئا: آسن وسياڻي، اندر منگهر ملاڻي، راجڪمار جهامناڻي، شوڪمار شرما، ڪنعيا لعل پرسواڻي، منور منگهاڻي، رتن جهامناڻي ۽ چندر ٻالاڻي.

## 77- ڪونج يونيورسل، بمبئي:

1980ع ۾ هن ڊرئميٽڪ سوسائٽيءَ جو پايو هري موٽواڻي وڌو. هن جو مشهور ليکڪ وشنو ڀاٽيا ۽ هدايتڪار جسونت ڪمار هو. هن منڊلي جو پيش ڪيل مشهور ناٽڪ 'ننڊ نه ڪر نادان' هو جنهن ۾ پارٽ ادا ڪندڙ ڪلاڪار هئا: آسن وسياڻي، رتن جهامناڻي، چندر ٻالاڻي ۽ جسونت ڪمار.

## 78- ناٽيه ڪلاڪيندر، احمدآباد:

1980ع ڌاري منوهر نهالاڻي جي سرپرستيءَ هيٺ هي ڪلاڪيندر برپا ٿيو جنهن جو مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار به منوهر نهالاني پاڻ هو. هن منڊل جا رچايل مشهور ناٽڪ هئا: اشتهاري شادي، منهنجو به ڪجهه سوچيو ۽ اڙجي وياسين. هنن ناٽڪن ۾ مختلف پارٽ ادا ڪندڙ ڪلاڪار هئا: جئه ونتي لالواڻي، مينا لکواڻي، نند ڪڪناڻي ۽ چاند ڪشن.

## 79- ٿيئٽر والاناٽڪ منڊلي، بمبئي:

1980ع کان برپا ٿيندڙ هن ناٽڪ منڊلي جا روح روان هئا ڪيرت ٻاٻاڻي، لڇو، گيهي، وشنو ڀاٽيا، پي. بي چاند ۽ جسونت ڪمار. هن ناٽڪ منڊليءَ جا مکيه ليکڪ ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ وشنو ڀاٽيا ۽ هدايتڪار جسونت ڪمار هو. هن منڊلي جا رچايل به ناٽڪ 'ننڊ نه ڪر نادان' ۽ 'جاڳو موهن پياري' بيحد مقبول ٿيا. هن منڊلي جا مکيه ڪلاڪار هئا: آسن وسياڻي، رتن جهامناڻي ۽ جسونت ڪمار.

## 80- سويٽي سنڌ ٿيئٽر، احمد آباد:

1980ع ۾ برجو چاولا ۽ هريش گناڻي جي گڏيل ڪوشش سان هي ٿيئٽر قائم ٿيو جنهن جو مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار برجو چاولا پاڻ هو. هن ٿيئٽر جا پيش ڪيل مشهور ناٽڪ ٻسڪو اسٽار ۽ گڊ نائيٽ هئا. هنن ڊرامن ۾ حصو وٺندڙ ڪلاڪار هئا: رتنا رامناڻي، انيتا پنجابي، مهيش پنجابي، ڌنراج امرناڻي، مرلي سچديو، هوندراج بلواڻي، اُتم هگُوراڻي ۽ برجو چاولا.

# سنڌي ڊراما سؤ ساله جشن

# (1980)

1880ع ۾ شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جو لکيل سنڌي زبان جو پهريون ناٽڪ’ليليٰ مجنون ‘ پڙرو ٿي منظر عام تي آيو هو، جنهن کي 1980ع ۾ هڪ سؤ سال پورا ٿيا. انهي مناسبت سان سنڌي اديبن، عالمن ۽ دانشورن 1980ع کي ’سنڌي ناٽڪ صدي جو جشن سال‘ قرار ڏيڻ واري اعلان کي عملي صورت بخشڻ لاءِ ’سنڌي ڊراما جشن ڪائونسل‘ قائم ڪري پهرين جنوري 1880ع تي سنڌي پهرين ناٽڪ جي ليکڪ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ جي مزار تي هڪ پروقار تقريب منعقد ڪئي ويئي.

هن تاريخي تقريب ۾ سنڌي اديبن جي جلوس جي اڳواٽي بزرگ ناٽڪ نويس م.ع ڏيپلائي ڪئي هئي. هن ادبي ميڙ جي خاص ڪاروائي اها هئي ته سنڌي زبان ۽ ادب جي مُربي ۽ محسن جي مرقد مٿان سنڌي اديبن، ادبي جماعتن ۽ اشاعتي ادارن طرفان گلن جون چادرون چاڙهي سئو ساله جشن جو باقاعدگي سان آغاز ڪيو ويو.

انهي کان پوءِ سنڌ توڙي هند جي وڏن وڏن شهرن ۾ ’سنڌي ناٽڪ صدي جشن‘ ملهائڻ جي سلسلي ۾ سموري سال 1980ع دوران مقبول ناٽڪ رچايا ويا ۽ ادبي جلسا ۽ سيمينار سڏايا ويا جتي سنڌي ناٽڪ جي تاريخ ۽ فن تي تقريرون ۽ مقالا پيش ڪيا ويا.

ان سلسلي ۾ ڀارت جي راڄڌاني دهليءَ ۾ سنڌو ڪلاسنگم طرفان 23 کان 26 سيپٽمبر 1980ع تي نهايت شاندار نموني سان سنڌي ناٽڪ صدي جشن ملهايو ويو. جتي ادبي جلسن ۾ پهرئين سنڌي ناٽڪ نويس شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جي تصوير کي جهجهي عقيدت سان رکيو ويو هو. هن تقريب ۾ بمبئي بڙودا، احمد آباد، جهونا ڳڙهه، ڄام نگر، ڀوپال، گانڌيڌام، آگرو، اندور، اجمير، ناگپور ۽ ڪلڪتي مان اديب ۽ عالم ڪهي اچي شريڪ ٿيا هئا.

هن يادگار جشن ۾ منعقد ٿيل ’ڪل ڀارت سنڌي ناٽڪ سيمينار‘ سان گڏو گڏ فائين آرٽس هال ۾ هر رات دهليءَ جي مڪاني ناٽڪ منڊلين طرفان مقبول سنڌي ناٽڪ

پڻ رچايا ويا، جن ۾ سڀ کان اول هيمراج ناگواڻي جو لکيل ۽ پيش ڪيل ’سؤ سال مبارڪ‘ هو جنهن ۾ ڪامينٽري، سلائيڊن، گيتن ۽ ناٽڪن جي جهلڪين وسيلي سنڌي ناٽڪ جي سموري صديءَ جو جائزو پيش ڪيو ويو هو.

ساڳيءَ تقريب جي ٻي رات 24 سيپٽمبر تي پهريائين آغا سليم جو ’دودو چنيسر‘ ناٽڪ پيش ڪيو ويو، جنهن جو هدايتڪار جيون گرسهاڻي ۽ اداڪار هئا: موهني وجيه، ڪويتا پنجواڻي، منجو باگرو، گهنشيام آسواڻي ۽ شنڪر مولواڻي. ان بعد ٻيون ناٽڪ هريڪانت ڇيتواڻي جو ’بس اسٽاپ تي‘ رچايو ويو، جنهن جو هدايتڪار به جيون گرسهاڻي هو ۽ ڪلاڪار هئا: پاونا لالواڻي، ماڌو وجيه، موهن ٿهلياڻي، چندي ڪرناڻي، اشوڪ پاٽيا ۽ هري ميراڻي.

اهڙي ريت 25 سيپٽمبر تي رميش مهتا جو ’ڊونگ ئي ڊونگ‘ ناٽڪ هدايتڪار رام رکياڻي نهايت خوبصورتي سان پيش ڪيو ويو، جنهن جا مکيه ڪلاڪار هئا: انيتا، ڊالي ناواڻي، ڪمليش، آتم هرپالاڻي، موهن ٿهلياڻي ۽ سريش منشاراماڻي. هن سلسلي جي آخرين پيشڪش 26 سيپٽمبر تي ’امي ۽ ممي‘ ناٽڪ هو، جنهن جو ليکڪ ۽ هدايتڪار گوپال پنجواڻي هو ۽ مختلف پارٽ ادا ڪندڙ ڪلاڪار هئا: گيتا موهني، شنڪر مولواڻي، هرڪشن پريمي، چندرو جهانگياڻي، گوپال پنجواڻي ۽ ڪئلاش روچاڻي.

ڪلڪتي ۾ پڻ 2 ۽ 3 نومبر 1980ع تي وڏي اُتساهه سان ’سنڌي ڊراما سؤ ساله جشن‘ ملهايو ويو هو، جتي ٽن مکيه جماعتن جهڙوڪ سنڌي پئنچات، سنڌي مرچنٽس ائسوسيئيشن ۽ سنڌي يوٿ ايسوسيئيشن جي سهڪار جي ٻن مکيه ٿيئٽرن ’ڪلامندر‘ ۽ ’سنڌو آرٽ ٿيئٽر‘ سنڌي ٻوليءَ جا به مقبول ناٽڪ ’جوت جلي‘ ۽ ’هئلو ڊارلنگ‘ رچايا. هن موقعي تي هڪ سووينئر پڻ شايع ڪيو ويو هو.

سنڌي ناٽڪ جي تاريخ جي حوالي سان حيدرآباد سنڌ شهر کي خاص اهميت آهي ڇاڪاڻ ته هي نه رڳو پهرين سنڌي ناٽڪ جي تخليق ڪار شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جو اباڻو شهر آهي پر گڏوگڏ سنڌي ناٽڪ جي ابتدائي وقت کان ئي حيدرآباد ۾ ٻين شهرن جي ڀيٽ ۾ گهڻيون سنڌي ناٽڪ منڊليون برپا ٿيون هيون يا ائين ڪٿي سمجهيو وڃي ته ڪنهن دور ۾ سنڌي ناٽڪ جو حيدرآباد ۾ تمام گهڻو اوج هو.

سنڌي ناٽڪ صدي جشن جي سلسلي ۾ حيدرآباد سنڌ جي اديبن ۽ فنڪارن به ڊسمبر 1980ع جي آخري هفتي ۾ هي تاريخي جشن منعقد ڪري پنهنجو پاڻ موکيو. هن ڏس ۾ عبدالله ج. ميمڻ، ڪمشنر حيدرآباد ڊويزن ۽ چيئرمين آرٽس ڪائونسل حيدرآباد جي سرپرستي هيٺ مختلف ادبي، ثقافتي ۽ تعليمي ادارن جي نمائندن ۽

ڪارڪنن تي مشتمل ڪاميٽيون جوڙيون ويون ۽ خاص خاص ڪمن جي ورهاست ڪري علي محمد چنا، حميد سنڌي، مير محمد نظاماڻي، عبدالقادر جوڻيجو، ۽ عبدالرزاق چانڊيو کي انتظامي ذميداريون سونپيون ويون؛ جڏهن ته مراد علي مرزا ۽ محمد يوسف پنهور کي چيف ڊراما ڊائريڪٽرن جون ذميواريون سونپي کين اسٽيج تي پيش ٿيندڙ ڊرامن جي ترتيب ۽ اسڪرپٽ ايڊيٽنگ جو ڪم حوالي ٿيل هو.

هن ڏس ۾ پهرئين سنڌي ناٽڪ 'ليليٰ مجنون'، 'انڪوائري آفيسر' ۽ 'زمينداري ظلم' ناٽڪن جا اصلي اسڪرپٽ موجوده دور جي رفتار (Tempo) کي نظر ۾ رکندي ايڊٽ ڪرڻ جي ذميداري راقم الحروف جي حوالي ٿيل هئي، جيڪا رات ڏينهن مصروف رهي انجام ڏنم. در حقيقت 'ليليٰ مجنون' ايتريقدر ته محنت طلب هو جو هن کان اڳ ڪڏهن به اسٽيج تي پيش نه ٿيو هو ۽ هڪ سئو سالن بعد 1980ع ۾ مهراڻ آرٽس ڪائونسل حيدرآباد طرفان منعقد ٿيل هن سئو ساله جشن ۾ پهريون دفعو پيش ٿي رهيو هو. هن راڳ - ناٽڪ (Opera) جي سموري صدابندي ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي جناب الياس عشقي ۽ جناب مراد علي مرزا جي نگراني هيٺ ٿيل هئي. سنڌي ناٽڪ جي باني شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جي لکيل هن ناٽڪ جو هدايتڪار ابو بلاول ۽ اداڪار هئا: سيما، ياسمين، فرح ناز، ثاقب نظاماڻي، اي. آر. بلوچ، يعقوب ذڪريا، حنيف زڪريا، شميم ڪاظمي، انور شيخ، ڪامل عارضي، علي راجا، تسليم ملڪ ۽ عارف. هن راڳ ناٽڪ 'ليليٰ مجنون' ۾ مجنون جي بئڪ گرائونڊ ۾ صداڪاري سيد صالح محمد شاهه جي آواز ۾ صدا بند ٿيل هئي ۽ اهڙي ريت راڳ عابده پروين ۽ سينگار علي سليم جي آوازن ۾ رڪارڊ ٿيل هئا. هي راڳ ناٽڪ ايتري قدر ته ڪامياب ٿيو هو جو هن جشن جي افتتاحي تقريب جو مهمان خصوصي مرزا اسد بيگ (شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جو فرزند) ناٽڪ ڏسي اهو اظهار خيال ڪيو ته 'هي راڳ – ناٽڪ پنهنجين بي انتها خوبين جي باوجود هڪ سئو سالن جي ماضي واري طويل دور ۾ جڏهن اسٽيج ڊرامو حيدرآباد، ڪراچي، شڪارپور، ۽ لاڙڪاڻي ۾ عروج تي هو ته به ڪڏهن اسٽيج تي پيش نه ڪيو ويو، سو ساڳيو راڳ –ناٽڪ هڪ مڪمل صدي گذرڻ بعد 30 ڊسمبر 1880ع تي گورنمينٽ زبيده گرلس ڪاليج حيدرآباد جي ڊراما هال ۾ سنڌي ناٽڪ جي سؤ ساله جشن جي افتتحاحي تقريب ۾ پهرين رات پيش ڪيو ويو، تنهن جي ڪاميابيءَ تي پيش ڪندڙن کي صد آفرين هجي.''

ساڳيءَ رات (30 ڊسمبر 1880ع) واري ٻي پيڪش به مرزا قليچ بيگ جو مشهور ناٽڪ 'انڪوائري آفيسر' هو جيڪو پڻ رقم الحروف جو ايڊٽ ڪيل هو، تنهن ۾ پڻ فنڪارن پرپور گرفت سان پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو.هن ناٽڪ جو هدايتڪار عبدالحق ابڙو ۽ اداڪار هئا: منظور مراد، انور بلوچ، سڪندر بلوچ،

انور شيخ، دودو، سيد مختار نقوي، نثار بلوچ، غلام نبي بروهي، شاهد ۽ عبدالحق ابڙو.

جنهن جي ٻيءَ رات پهريائن م.ع ڏيپلائي جو ننڍو ناٽڪ ’شاهدي‘ پيس ڪيو ويو، جيڪو پڻ بيحد ڪامياب ٿيو. ان رات تقريب جو مهمان خصوصي انهيءَ ناٽڪ جو مصنف پاڻ هو. هن ’شاهدي‘ ناٽڪ جو هدايتڪار قاسم فاني ۽ حصو وٺندڙ اداڪار هئا: فضل ٽالپر، رضوان حسين، قاسم فاني ۽ محبوب عالم.

هن سؤ ساله جشن جي ٻي رات (31 ڊسمبر 1880ع) تي ٻي پيشڪش خانچند درياڻيءَ جو لکيل مشهو ر ناٽڪ ’زمينداري ظلم‘ هو جنهن کي پڻ راقم الحروف موجودن دور جي ناظرين جي تقاضا جو خيال رکي ايڊٽ ڪيو هو. هي ناٽڪ ڏسندڙن کي تمام گهڻو پسند آيو ۽ هن جي شاندار ڪاميابي تي حيدرآباد توڙي ڪراچي جي اخبارن تعريفي رپورٽون شايع ڪيون هيون. هن ناٽڪ متعلق 13 جنوري 1981ع واري روزانه عبرت حيدرآباد ۾ سنڌي جي هڪ وڏي اديب ۽ ڪالم نگار رشيد ڀٽي ايتري تائين لکيو به هو ته ” ناٽڪ ايترو ته جذب ڪندڙ ۽ نظارا ۽ مڪالما ايترو ته ترجماني ڪندڙ هئا جو ناظرين ساڪت ٿي پئي ويا. سندن دلين جون ڌڙڪنون ڪردارن جي ڌڙڪنن سان هلي رهيون هيون. ڊرامي هلندي اونداهي ۾ عورتن واري پاسي کان روئڻ جا آواز ٻڌڻ ۾ آيا پئي. پر روشني ٿيڻ بعد ڏٺم ته پر ۾ ويٺل جهوني جوڳي ع.ق شيخ جي اکين مان به پاڻي وهي رهيو هو. اهو پڻ فني ڪاميابي جو اهڃاڻ آهي.“ هن ناٽڪ جي هدايتڪار اشرف بلوچ ۽ اداڪار هئا: شهناز سومرو، شاهين سومرو،سيما، الطاف سومرو، انور سولنگي، عاصم، مقبول ميمڻ ، فضل ٽالپر، قاسم فاني، ايم ملوڪ، انور رنگيلو ۽ اي آر بلوچ.آخرين ٽين رات هي جشن جي پنجين پيشڪش پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ جو يادگار ناٽڪ ’ٽي پارٽِي ‘ هو جنهن ۾ ڪردار ادا ڪندڙ سيئي چوڪريون هيون. هن ناٽڪ به ناظرين کي بيحد گهڻو متاثر ڪيو هو. ’ٽي پارٽي‘ جو هدايتڪار جڳديش ڪمار ۽ مختلف پارٽي ادا ڪندڙ ڪلاڪار چوڪريون هيون: شاهين، شهناز سومرو، زينت ممتاز ۽ سيما.

اهڙي ريت جشن جي آخرين رات (پهرين جنوري 1981ع) جو آخرين ناٽڪ آغا سليم جو لکيل’تماشو‘ پيش ٿيو، جنهن جي ڪاميابيءَ نه صرف حال بلڪه سنڌي ناٽڪ جو روشن مسقبل جا اهڃاڻ به پڌرا ڪري ڇڏيا. جشن جي هن آخرين نشست جو مهمان خصوصي سنڌي فلمن جو پهريون هيرو رئيس ڪريم بخش نظاماڻي هو. هن ناٽڪ جو هدايتڪار غلام حيدر صديقي ۽ اداڪار هئا: ياسمين، شمامه، بينا، فريده، الطاف سومرو، ضياءَ شيخ، اشرف فرح، جاويد

بلوچ. ايم ايم بلوچ، مقبول ميمڻ، ساقي ابڙو، جبران انجم، لياقت نديم، طارق مصطفيٰ، علي رمضان، انور رنگيلو،ايم راجا ۽ محبوب عالم.

سنڌي ناٽڪ جي هن تاريخي جشن جي موقعي تي مهراڻ آرٽس ڪائونسل حيدرآباد سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد پريس مان هڪ عمدو ۽ يادگار سووينئر پڻ ڇپرايو، جيڪو هڪ طرح سان سنڌي ڊرامي جي تاريخي ارتقا تي، 'معلوماتي خزانو' مثل ليکيو وڃي ٿو. هن ڪتاب ۾ شايع ٿيل هڪ خصوصي مقالي ۾ 1880ع کان سنڌي زبان ۾ جيڪي به ناٽڪ ڇپيا يا رچايا ويا تن جي اشاعتي ادارن، ناٽڪ منڊلين، انهن جي ڪاپردازن، فنڪارن وغيره بابت ۾ ڊاڪٽر محمد يوسف پنهور تاريخوار ترتيب سان تحقيقي مواد سهيڙيو آهي.

هن يادگار سنڌي ڊراما سؤ ساله جشن کي پريس رپورٽ ذريعي پڻ سٺي طرح ساراهيو ويو هو. ايتري قدر جو هڪ جهجهي سرڪيوليشن واري اخبار 'ڊان' ٽيئي ڏينهن لڳاتار هر رات جي پيش ٿيندڙ ٻنهي ناٽڪن جي تفصيل سان رپورٽ شايع ڪندي رهي ۽ آخر ۾ 6 جنوري 1981ع تي پنهنجي خاص ايڊيٽوريل ۾ ايترو ته شايع ڪيو هو ته، ''.........هي سؤ ساله جشن هڪ تاريخي تقريب ملهائڻ کان گهٽو وڌيڪ داد تحسين جوڳو آهي؛ ڇاڪاڻ ته هن پنهنجي ادبي توڙي ثقافتي روايت کي برقرار رکيو ويو.''

# سنڌي ناٽڪ جي تاريخوار ترتيب

| سال | ناٽڪ | ناٽڪ نويس | مختصر جائزو | رچائيندڙ يا ڇپائيندڙ |
|---|---|---|---|---|
| 1880 | ليليٰ مجنون | مرزا قليچ بيگ | هندستاني ليليٰ مجنون تان ورتل | ماستر هريسنگ پبلشرز، سکر. |
| 1885 | خورشيد | مرزا قليچ بيگ | گجراتي ناٽڪ’’سونا نا مول ني خورشيد‘ تان ورتل | سرڪاري بڪ ڊيپو،ڪراچي |
| 1888 | رتنا ولي | ڪوڙو مل چندن مل | سنسڪرتي ناٽڪ جو ترجمو | رتن ساهتيه منڊل، ڪراچي. |
| 1894 | نل دمينتي | جيٺانندکلڏاس پرياڻي | سنسڪرت ’هرشچندر‘ جو ترجمو | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي، ڪراچي. |
| 1894 | بڪاولي | مرزا قليچ بيگ | اصلوڪو وڏو ناٽڪ | ماستر هريسنگ پبلشر، سکر، |
| 1895 | هرشچندر | ليلارام سنگ وطڻ مل | مهاڀارت تان ورتل | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي،ڪراچي. |
| 1895 | لوڀي ۽ ٺوڳي | مرزا قليچ بيگ | اصلوڪو ننڍو ناٽڪ | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي، ڪراچي. |
| 1896 | شڪنتلا | مرزا قليچ بيگ | ڪاليداس جي هندي ناٽڪ تان ورتل | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي، ڪراچي. |
| 1896 | انڪوئري آفيسر | مرزا قليچ بيگ | گوگول جو ’انسپيڪٽر جنرل‘ | سنڌ ڪليج ناٽڪ منڊلي، ڪراچي. |
| 1896 | نورجهان ۽ جهانگير | مرزا قليچ بيگ | اصلوڪو وڏو ناٽڪ | ماستر هريسنگ پبلشر،سکر |
| 1897 | حسنا دلدار | مرزا قليچ بيگ | شيڪسپيئر جو Merchant of venice | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي، ڪراچي. |
| 1897 | نيم طبيب خطره جان | مرزا قليچ بيگ | اصلوڪو ننڍو ناٽڪ | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي، ڪراچي. |
| 1897 | سورجن راڏا | ليلارام سنگ وطڻ مل | هندوءَ مان مسلمان ٿيڻ واري مسئلي تي اصلوڪو سماجي ناٽڪ | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي ، ڪراچي. |
| 1896 | موهن تارڪا | ليلارام سنگ وطڻ مل | اصلوڪو پهريون سماجي ناٽڪ | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي، ڪراچي. |
| 1897 | رام بنواس | ڏيئو مل گاگنمل | رامائڻ تان ورتل(قافيه دار نثر ۾ لکيل) | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي، ڪراچي. |
| 1897 | شڪنتلا دشينت | گاگن سنگ آڏواڻي | هندي ناٽڪ تان ورتل | ڌرم اپڪار ڊرئميٽڪ سوسائٽي، شڪارپور. |
| 1897 | نادر شاهه | مرزا قليچ بيگ | اصلوڪو وڏو ناٽڪ | ماستر هريسنگ پبلشرز، سکر سنڌ. |
| 1898 | رامايڻ | ليلارام سنگ وطڻ مل | رامايڻ تان ورتل | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي ڪراچي. |
| 1899 | شيخ چلي ۽ اگڙ مسخرو | مرزا قليچ بيگ | اصلوڪو ننڍو ناٽڪ | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي ڪراچي. |
| 1900 | شاهه ايليا | مرزا قليچ بيگ | شيڪسپيئر جو king Lear | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي، ڪراچي. |
| 1901 | چندرا ولي | ديوان ٺاڪرداس | اصلوڪو وڏو ناٽڪ | ڌرم اُپڪار ڊرئميٽڪ سوسائٽي، |

| | | | | شڪارپور. |
|---|---|---|---|---|
| 1902 | ڪشت | شيواسنگ اجواڻي | شيربن جو Pizzaro | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي، ڪراچي. |
| 1903 | نشائن کي نصيحت | لوڪسنگ وطڻ مل | اصلوڪو نصيحت آميز ناٽڪ | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي، ڪراچي. |
| 1904 | مها انڌير | گاگن سنگ آڏواڻي | اصلوڪو ڌرمي ناٽڪ | ڌرم اُپڪار ڊرئميٽڪ سوسائٽي، شڪارپور. |
| 1905 | فيروز دل افروز | مرزا قليچ بيگ | لاربلٽن جو Night and Morning | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊل، ڪراچي. |
| 1905 | دروپدي | ليلارام سنگ وطڻ مل | مهاڀارت تان ورتل | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي ڪراچي. |
| 1905 | سنگ جو پرسنگ | ڪَوڙو مل چندن مل | اصلوڪو نئيو ناٽڪ | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي ڪراچي. |
| 1905 | ڀارت ڇاوا اٿ اُٿي جاڳ | لعلچند امرڏنو مل | اصلوڪو نئيو ناٽڪ | بندي ماترم ناٽڪ منڊلي، حيدرآباد. |
| 1906 | ڪرشن جي گوپي | موٽو مل گدواڻي | اصلوڪو نئيو ناٽڪ | ڏيتي ليتي ناٽڪ منڊلي، حيدرآباد. |
| 1906 | سيٺ ڪي ويٺ | لعلچند امرڏنو مل | اصلوڪو نئيو ناٽڪ | ڏيتي ليتي ناٽڪ منڊلي، حيدرآباد. |
| 1907 | خوبصورت بلا | ڪشنچند بيوس | آغا حشر جي ناٽڪ تان ورتل | چانڊڪا ايميچوئرس ڊرئميٽڪ سوسائٽي، لاڙڪاڻو. |
| 1908 | شمشاد مرجانه | مرزا قليچ بيگ | شيڪسپيئر جو Cymbeline | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي، ڪراچي. |
| 1908 | گشت ڪي ڪشت | مرزا قليچ بيگ | اصلوڪو نئيو ناٽڪ | سنڌ ڪاليج منڊلي، ڪراچي. |
| 1908 | شاهه عادل خان | ليلا رامسنگ وطڻ مل | اصلوڪو نئيو ناٽڪ | سنڌ ڪاليج منڊلي، ڪراچي. |
| 1908 | لوپي لاڪيٽا | ليلا رامسنگ وطڻ | اصلوڪو نئيو ناٽڪ | سنڌ ڪاليج منڊلي، ڪراچي. |
| 1908 | بلوا منگل | ڪشنچند بيوس | آغا حشر جي اڙدو ناٽڪ تان ورتل | چانڊڪا ايميچوئرس ڊرئميٽڪ سوسائٽي لاڙڪاڻو. |
| 1909 | راجا هريشچندر | ڪشنچند بيوس | مهارڀارت تان ورتل | چانڊڪا ايميچوئرس ڊرئميٽڪ سوسائٽي، لاڙڪاڻو. |
| 1909 | گلزار ۽ گلنار | مرزا قليچ بيگ | شيڪسپيئر جو Romeo and Juliet | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي ڪراچي. |
| 1909 | عزيز ۽ شريف | مرزا قليچ بيگ | شيڪسپيئر جو Two Gentlemen of Verona | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي ڪراچي. |
| 1910 | لک ڏيڊ کي لت | لعلچند امرڏنو مل | اصلوڪو نئيو ناٽڪ | ڏيتي ليتي ناٽڪ منڊلي، حيدرآباد. |
| 1911 | نيڪي ۽ بدي | مرزا قليچ بيگ | آغا حشر جو 'خوبصورت بلا' | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي ڪراچي. |
| 1911 | حرڪت مان برڪت | مرزا قليچ بيگ | اصلوڪو نئيو ناٽڪ | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي ڪراچي. |
| 1911 | نقد ڌرم | لعلچند امرڏنو مل | اصلوڪو نئيو ناٽڪ | ڏيتي ليتي ناٽڪ منڊلي، حيدرآباد. |
| 1912 | سوديش | لعلچند امرڏنو مل | سوديشي هلچل تي نئيو ناٽڪ | ڏيتي ليتي ناٽڪ منڊلي، حيدرآباد. |
| 1912 | حرص جو شڪار | پيرومل مهرچند | شيڪسپيئر جو King John | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي، ڪراچي. |
| 1912 | ڪملا | جمهٽ مل ٽڏاڻي | اصلوڪو سماجي ناٽڪ | عامل يونين ڊرئميٽڪ انسٽيٽيوٽ، ڪراچي. |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| 1913 | تريا چلتر | ديوان ناڪرداس | شيڪسپيئر جو Hamlet | ڌرم اُپڪار ڊرئميٽڪ سوسائٽي شڪارپور. |
| 1914 | شهزادو بهرام | مرزا قليچ بيگ | شيڪسپيئر جو Hamlet | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي، ڪراچي. |
| 1914 | فريبي فتنو | نانڪرام ڌرمداس | ميري ڪاريلي جو Vendetta | ايميچوئرس ڊرئميٽڪ سوسائٽي حيدرآباد. |
| 1915 | پرهيز جي ٽولي | مرزا قليچ بيگ | اصلوڪو نئيو ناٽڪ | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي، ڪراچي. |
| 1915 | ڊاڪٽر شام نارائڻ | گاگنسنگ آڏواڻي | اصلوڪو سماجي ناٽڪ | ڌرم اُپڪار ڊرئميٽڪ سوسائٽي، حيدرآباد. |
| 1916 | نيڪ انجام | نانڪ رام ڌرمداس | اڙدو ناٽڪ 'خواب هستي' ترجمو | ايميچوئرس ڊرئميٽڪ سوسائٽي، حيدرآباد. |
| 1917 | چندر | چانڊومل کتري | اصلوڪو وڏو ناٽڪ | ڌرم اپڪار ڊرئميٽڪ سوسائٽي، شڪارپور. |
| 1917 | مهجور | چانڊومل کتري | اصلوڪو وڏو ناٽڪ | ڌرم اپڪار ڊرئميٽڪ سوسائٽي، شڪارپور. |
| 1917 | منوهر موهني | چانڊومل کتري | اصلوڪو وڏو ناٽڪ | سارسوت براهمڻ ڊرئميٽڪ سوسائٽي، ڪراچي. |
| 1918 | شهريار شهر بانو | مرزا قليچ بيگ | اصلوڪو وڏو ناٽڪ | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي ڪراچي. |
| 1918 | شيرين فرهاد | مرزا قليچ بيگ | اصلوڪو وڏو ناٽڪ | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي ڪراچي. |
| 1918 | بدرمنير ۽ بينظير | مرزا قليچ بيگ | اصلوڪو وڏو ناٽڪ | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي ڪراچي. |
| 1918 | نول لڪشمي | هرومل پريمچند | اصلوڪو وڏو ناٽڪ | سارسوت براهمڻ ڊرئميٽڪ سوسائٽي ڪراچي. |
| 1918 | وهمي وڪار | چانڊومل کتري | اصلوڪو سماجي ناٽڪ | سارسوت براهمڻ ڊرئميٽڪ سوسائٽي ڪراچي. |
| 1918 | جميشد حميده | مرزا قليچ بيگ | شيڪسپيئر جو As You Like It | نئشنل ڪاليج ڊرئميٽڪ سوسائٽي، حيدرآباد. |
| 1918 | سورداس | ٿهلرام چانڊواڻي | آغا حشر جو' بلوا منگل' | ٿهلرام چانڊواڻي پبلشر ڪراچي. |
| 1919 | نل ديمنتي | چانڊو مل کتري | سنسڪرت'هرشچندر' تان ورتل | سار سوت براهمڻ ڊرئميٽڪ سوسائٽي، ڪراچي. |
| 1920 | گلاب جو گل | خانچند درياڻي | اصلوڪو سماجي ناٽڪ | ڏيتي ليتي ناٽڪ منڊلي، حيدرآباد. |
| 1920 | پتي شيوا | نانڪرام ڌرمداس | انگريزي silver king | ڏيتي ليتي ناٽڪ منڊلي، حيدرآباد. |
| 1920 | قهري قهر مان | آوترام ناڪرداس | اصلوڪو وڏو ناٽڪ | ينگ سٽيزنس ڊرئميٽڪ سوسائٽي، حيدرآباد. |
| 1920 | دورنگي دنيا | ليلارام ماکيجاڻي | اصلوڪو سماجي ناٽڪ | ينگ سٽيزنس ڊرئميٽڪ سوسائٽي، حيدرآباد. |
| 1920 | پريمي پتنگ | ليلارام ماکيجاڻي | اصلوڪو وڏو ناٽڪ | ينگ سٽيزن ڊرئميٽڪ،سوسائٽي، حيدرآباد. |
| 1921 | بي وفا قاتل | ليلا رام ماکيجاڻي | اصلوڪو سماجي ناٽڪ | ينگ سٽيزنس ڊرئميٽڪ سوسائٽي، حيدرآباد. |
| 1921 | ڪشور موهني | ليلارام ماکيجاڻي | اصلوڪو سماجي ناٽڪ | ينگ سٽيزنس ڊرئميٽڪ سوسائٽي حيدرآباد. |
| 1921 | بزازين جو ناٽڪ | پيرو مل مهرچند | اصلوڪو مزاحيه نئيو ناٽڪ | بندي ماترم ناٽڪ منڊلي، حيدرآباد. |
| 1921 | عملدار ڪي رعيت آزار | لعل چند امر ڏنو مل | اصلوڪو نئيو ناٽڪ | بندي ماترم ناٽڪ منڊلي، حيدرآباد. |

